# ارپنا

هي ڪتاب مان پنهنجي انتهائي مخلص دوست

## حبدار سولنگيءَ

جي نانءِ ڪيان ٿو.

هو هڪ ئي وقت منهنجو استاد بہ آهي تہ

محبوب دوست پڻ.

رحمت پيرزادو

نہ سي ٽڙ هوڙاڪ، نہ وايون وڍجارن جون!
ماءِ سامونڊين جا، اڄ پڻ چڪيَم چاڪ،
مارينم فراق، ويچاريءَ وِيَڻ جا.
شاهہ

مهاڳ

# ”دلين جا داخلي رستا“

## حبدار سولنگي

جديد سنڌي شاعري اڄ جنهن تخليقي عروج تي پهتي آهي، ان ۾ فڪر جا نوان جهان، تخليق جي نئين ڪائنات ۽ تخيل جي نئين زمين ۽ نوان آسمان آهن. جديد شاعري روايتن جو دائرو ٽوڙي چڪي آهي، ان پنهنجي سفر لاءِ نيون شاهراهون ڳولي لڌيون آهن، جتي شاعري نئين احساس، نئين سگهه ۽ نئين تسلسل سان اڳتي وڌي رهي آهي. اڄ جي شاعر جي اڳيان ڪي به سيمائون نه آهي، هو لامحدود تخليقي اسرار طرف سفر ۾ سرگردان آهي، جتي ڪيترائي فڪري معنويت ۽ تخليقي قوت جا سمنڊ، درياهه ۽ صحرا آهن.

اڄ جي شاعري نئين رمز ۽ نئين پراسراريت جو آواز ٿي اڀري آهي، جنهن ۾ ورجاءَ ۽ لفاظيءَ لاءِ ڪا به جاءِ خالي نه آهي. شاعري جيستائين فڪري نواڻ ۽ تخليقي رمز نه ٿي ماڻي، اها دل جي رستن تي هلڻ جو هنر نه ٿي ڄاڻي سگهي ۽ اها روح جي اونهائيءَ ۾ رقص نه ٿي ڪري سگهي.

جديد سنڌي شاعريءَ جي ان فڪري اوچائيءَ ۽ تخليقي حسناڪي ۾ رحمت پيرزادي جي تخليقي پرواز کي نظر انداز نه ٿو ڪري سگهجي. رحمت پيرزادو انهن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن شاعرن مان آهي، جن ۾ فڪر ۽ تخليقي نواڻ ۽ بغاوت جي درياهه جو پاڻي پيتو آهي، تڏهن ئي سنڌن شاعري موضوعاتي جدت، فڪري انفراديت ۽ تخليقي سچائيءَ سان منور ٿي آهي. رحمت پيرزادو تخليق جي سوڙهين گهٽين جو مسافر نه آهي، هو تخليق جي وجداني ۽ لامحدود وسعتن جو رولاڪ شاعر آهي، هو سڀ کي لافاني ڪري سگهڻ واري رمز ڄاڻي ٿو.

اڄوڪي سنڌي شاعريءَ جي هجوم ۾ رحمت پيرزادو منفرد آواز سان موجود آهي، توڙي جو آوازن جي گهٽائيءَ واري آلودگيءَ ۾ انفراديت ۽

نرالپ ماڻڻ مشڪل آهي، تنهن هوندي بہ رحمت جو تخليقي آواز نج پنهنجي خوشبوءِ سان ٻرندو رهيو آهي، جديد سنڌي نظم ۾ هو نئين ڏسا، نئين دريافت ۽ نئين تخليقي اُهاءَ جو ڀرپور حوالو بڻجي پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي چڪو آهي. هن جو نظم همعصر نظم ۾ جنهن سگهہ، سونهن ۽ سچائيءَ سان اڳتي وڌيو آهي ۽ نهايت نرالو آواز ٿي اڀريو آهي، ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

اڄ جا ڪيترائي شاعر جتي "نظم" جي پويان ڊڪي ڊڪي سهڪي مُٺا آهن، اتي رحمت جا نظم نديءَ جي نهڻي پاڻيءَ جيان ۽ چانڊوڪيءَ جي حسن جيان فطري رخ ۽ رفتار سان سفر ڪري رهيا آهن:

"جتي سهڻي لٽا پنهنجا نپوڙي ٿي
اتي ميهار مرندا هِن،
جتي چوڙا، اُهي ڀيڙا پئي لاهي،
اتي ڪي عشق جا ڪردار سرندا هِن.
بدن پنهنجو وساري هوءَ
وڃي ٿي روح جي پويان!
جتي درياھ دهشت جا
بہ دم ٽوڙي وڃن ٿا پيا
اُتي هي عشق عو رت جو
تري ٿو تار پاڻيءَ ۾ ! ....."

"وقت ڪي تہ روڪڻ لئہ
وار هن وڃايا هِن،
سنج سون جهڙا ۽
ساٿ ڀيا ستيا هِن،
ڏُن ۾ هرڻ جو چڻ
مُشڪ هن ڪليو آهي،
واسُ آهي واريءَ ۾
اڄ گلاسُ خالي آ!"

رحمت ۾ تخليق جو اهو سمنڊ موجزن آهي، جيڪو ڪيس ڪٽي بہ نہ

ٽڪائيندو، ويتر ڪيس وجداني تڙپ عطا ڪندو. اها تڙپ جنهن لاءِ ڪيترائي شاعر مصنوعي رڙيون ڪري ڪري پنهنجا ڪاڪڙا ڪيرائي ويٺا آهن.

رحمت جي شاعريءَ جون جڙون ڪلاسيڪيت ۾ کُتل آهن ۽ هن جو فڪر "پونئر پري آڪاس" واري جديد پرواز ۾ آهي. سنڌي شاعريءَ جي ڪلاسيڪل ڪردارن، سُهڻي، سورٺ راءِ ڏياچ ۽ مومل جي موضوعاتي پسمنظر ۾ لکيل سنڌس نظم: "گهڙي جو گهاءُ آ سهڻي"، "راجا نند جون راجڪماريون" ۽ "هن راڳ ۾ جي رنگ ها ۽ راز ها شامل" جتي موضوع ۾ ڪلاسيڪيت رکن ٿا، اتي اهي فڪري ۽ تخليقي اُٽت ۾ نوان رنگ سهيڙن ٿا. هو ڪلاسيڪيت کان جديديت طرف ڪامياب سفر ڪري ٿو، جيڪو اڄوڪي سنڌي شاعريءَ لاءِ سياويڪ عمل آهي ۽ جنهن جي پروڙ ۽ پهچ عام شاعر لاءِ اوپري ۽ پري آهي.

"راجا نند جون راج ڪمايون
سورنهن ئي سينگار ڪري ۽
هيرا ميڙن، موتي ماڻن،
وڻ وڻ تي جي وار پيون ڪن،
ڪنڌ پيون سي چانگن، چاڻن،
خاموشيءَ ۾ ساز وڄن پيا،
ڳاڙهي رڻ ۾ مور مرن پيا."

اهڙي طرح سنڌس نظم "ننگو تي ڊيڪيوسين خدا جو لباس"، "هوائون خوشنصيب آهن"، "ٽريجڊي"، "ايلسا جي شهر ۾"، "درد نوي سال جو"، "اڪر پوري"، "سنگسار نگاهون"، "هر ديس ڪي ٿي دل ڪپي" ۽ ٻيا جديد نظم آهن، جن ۾ موضوعاتي نواڻ سان گڏ تخيلقي سگهه ۽ بيساختگي بہ ڪمال جي آهي. انهن نظمن ۾ جذبن جي مصنوعيت ۽ اظهار جي لفاظي بنهه نہ آهي (جڏهن تہ اڄ جا ڪيترائي نظم لکندڙ شاعر جذبن جي مصنوعيت ۽ اظهار جي لفاظيءَ ۾ ڦٽڪي رهيا آهن ۽ اجا بہ وڏو الميو اهو آهي تہ انهن جي نظم ۾ ڪو بہ فڪري نڪتو ناهي.)

"هر ديس ڪي پنهنجي زمين ۽ ڪپي ٿو آسمان!
هر ديس ڪي ٿي جڻ ڪپي تهذيب ۽ پنهنجو شان!

هر ديس کي هڪڙي گهٽي،
۽ ٿيون ڪپن ان جي عبادت لئہ اکيون!
هر ديس کي آزاد پنهنجي آسمان تي
ٿي پکيئڙن جي کپي هڪڙي قطار ........"
رحمت وٽ تجربن کي جذب ڪرڻ واري تخليقي صلاحيت آهي، جنهن ڪري ئي سندس لهجو خالي ۽ کولو ناهي، ان ۾ حسي آواز پريل آهن، جيڪي شاعريءَ کي ڪمال احساساتي سگهہ عطا ڪن ٿا.
"هوا جي سرد سيني ۾
اوهان جي ياد جو خنجر لڳل آهي!
وهي ٿو خون پيو تازو،
هوا منهنجي پنيان آهي،
بٺيو آ وقت واچوڙو،
اڏن ٿا چڻ تہ پاڇولا!
سيئي مرحوم ماضيءَ جا
قصا اُڏري رهيا آهن،
تتل منهنجي خوابن جا
حصا اڏري رهيا آهن."
اسحاق سميجو لکي ٿو : "هڪ نرالي ڪشمڪش، هڪ نفسياتي اُلجهاءُ ۽ اندر جي پيچ ڊاهہ جو ڪائيندڙ تجربو نئين سنڌي شاعريءَ جو انفرادي موضوع آهي." رحمت جي شاعريءَ ۾ بہ اهڙي موضوع تي ڪيترائي شعر ملن ٿا. نئين سنڌي شاعريءَ جي انهن موضوعن کي اهو شاعر ئي شاعريءَ ۾ آڻيندو، جيڪو پنهنجي حسي صلاحيت ۾ سگهارو هوندو. رحمت وٽ حسي صلاحيت جي سگهہ موجود آهي، تنهن ڪري ئي هو اهڙي قسم جا شعر لکي سگهيو آهي:
"عڪس ويو گم ٿي منهنجو يا
آئيني کي گهنج پيا هِن."

"ريل تي سيڻي وڄائي، رات بيهي ٿي رهي،
جسم پنهنجي کي جلائي، رات بيهي ٿي رهي."

”چنڊُ آهي، لاش آ، يا ڪير آ،
چانڊنيءَ ۾ جڻ تہ جر ڪي ڪاٽ آ.“

”روشني ڪيڏي آهي ڏيکاءَ لئہ،
پر ڏسڻ لئہ شهر وٽ ناهن اکيون.“

”ساري دنيا ۾ بي يقيني آ،
هر حقيقت خواب جهڙي آ “
اِليا پرائي گوگوين لکيو آهي :

What ever we call reality, it is revelead to us only through an active construction in which we participate

يعني موضوعيت کان سواءِ حقيقت وجود نہ ٿي رکي، اصل ۾ اسان جنهن کي حقيقت چئون ٿا اها ڪيترن ئي امڪانن Probabalitics مان ڪنهن هڪ امڪان جي مجسم هئڻ جو نالو آهي. اڄوڪي نئين سنڌي شاعريءَ ۾ بہ ”مجسم امڪانن“ جا عڪس ملن ٿا، جيڪي مشاهدي کان اڳ ۾ ئي موجود هيا، پوءِ انهن کي هڪ شاعر جي تخيل دريافت ڪري ”مجسم“ بڻائي ڇڏيو آهي:

”جهُڙن ۾ جهُوپڙيون آهن، امبر ۾ جڻ تہ صحرا آ،
هوا جو رنگ ڀيو آهي، سچي فنڪار جي آڏو.“

”طوفانن ۾ پنکي پنکي عمر سڄي،
واچوڙن ۾ پير وجائي ويناسين.“

”خلا ۾ ناوَ آ پنهنجي ندي اڳ ايئن وَهي ناهي،
هلون پيا واٽ اهڙيءَ تي اجا جيڪا ٺهي ناهي.“

”ڀوٽي اکين جو در بہ هڪڙو خواب ٿو ڪپي،
۽ خواب کان ٻاهر بہ هڪڙو خواب ٿو ڪپي.“

نامور اردو اديب قاسم يعقوب لکي ٿو: ”نظم کا مکالمہ صرف کسي فن پاري کا جمالياتي يا تاثراتي مطالعا نهين رهيا، نظم ني آرٽ کي سطح پر معاشري کي ثقافتي بنت کاري مين اهم کردار ادا کيا هي.“ ان حوالي سان جا نظم : ”درد شيلا باغ اسٽيشن سندو.“، ”ماءُ“، ”اکر پوري“ مثال طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

جديد سنڌي غزل شيخ اياز ۽ نارائڻ شيام کان پوءِ وفا ناٿن شاهي، ايم ڪمل، اياز گل ۽ ادل سومري وٽ پهچي، پنهنجي فني ۽ فڪري اُٿت ۾ غزل جون بنيادي گهرجون، حالتن جي عڪاسي ۽ لهجي جي انفراديت جو نئون اهڃاڻ بڻجي پوي ٿو. انهن شاعرن جي غزل، ايندڙ ٽهيءَ تي پنهنجا اثر ڇڏيا. ان کان پوءِ سعيد ميمڻ، اسحاق سميجو ۽ اقبال رند اهي غزل گو شاعر ٿي اُڀريا، جن پنهنجي غزل کي ڌار ڌار سڃاڻپ ڏياري ۽ پنهنجو نئون ڏڪشن جوڙي، پنهنجي غزل کي سينيئر غزل گو شاعرن جي تخليقي اثر کان آجو رکيو ۽ ايئن انهن شاعرن جي غزل جي اثر ايندڙ ڪيترن شاعرن تي پنهنجي ڇاپ ڇڏي آهي.

غزل جي فڪري سفر ۾ ڪجهہ منفرد آواز شامل ٿيا آهن، جيڪي غزل ۾ موضوعاتي نواڻ آڻن جي حوالي سان خاص طور سڃاڻپ رکن ٿا جن وٽ نئين فڪري ڌارا، نئون تشبيهاتي ۽ استعاراتي حسن ۽ لهجي جي انوکائپ آهي:

”پراڻيون منهنجون ڳالهيون هن، پراڻو تنهنجو چهرو آ،
صديون منهنجون اکيون آهن، زمانو تنهنجو چهرو آهي.“ جاويد شبير

”لفظن جي عورتن سان، گهاري عمر اسان،
اي دوست آڱرين ۾، ٻاري عمر اسان.“ رفيق سيال

”سخت ڌرتيءَ جي آسمانن مان،
آءُ گذران ٿو امتحانن مان.“ حسين جاگيراڻي

”المنظر تي ويني ڪنهن جي يادن ۾،
پاڻيءَ اندر ڦيريندي هٿ زخمي ٿيا.“ ابرار ابڙو

”هيل سانوڻ ۾ هرڻ آيا هُئا،
چنبَ سان ڳڏجي چرڻ آيا هئا.“ ديدار شاهہ

”جسم جي سوم ناٿ جا فاتح،

تنهنجي عضوي جو گرم پاڻي هان.“ گلزار
”ٻار الئہ ڇو پاڻيءَ کي بوتل ۾ بند ڪري،
پوءِ بوتل کي پاڻيءَ ۾ اُڇلائي ايندو آ.“ شمشير سيلرو
”پار سينو ڪري وئي گولي!
توڻي ”راشد“ هيو خدا گڏ گڏ.“ راشد بروهي
”وئي تہ ان جي واٽ ٻہ سرتين جيان رُني،
جنهن ڳوٺ ۾ جوان ٿي ڪيڏي ڪلي هُئي.“ مشتاق گبول
”عيب ديوار جو لڪائڻ لئہ،
فحش تصوير ڪنهن ٽنگي آهي.“ منور سولنگي
”پنهنجا ٽڪرا ڪري ورهايا پيو،
دوست ناهي قطار بيٺا هِنِ.“ سعيد سومرو

اڄ جو غزل مڪمل طور روايتي بندشون ٽوڙي، نئين تخليق جو حوالو ٿي اُڀريو آهي، جنهن ڪيترن ئي شاعرن جا حواس خطا ڪري ڇڏيا آهن، ۽ هو غزل جي قبر کوٽڻ لاءِ اُٿي کڙا ٿيا آهن، ڪين اها خبر ئي ناهي تہ زنده وجود پوري نہ سگهيا آهن، قبرون مردن لاءِ کوٽبيون آهن. زنده غزل جي قبر کوٽڻ وارا، اُن قبر ۾ پاڻ ئي ڪري پوندا. اڄ غزل فني، فڪري ۽ موضوعاتي سگهہ سان موجود آهي، ان وٽ نئون حسن ۽ نئين جلوہ گري آهي، جنهن کي ڏسڻ لاءِ ”زنده اکين“ جو هجڻ ضروري آهي. اڄ جي نئين سنڌي غزل جو تخليقي ساهہ رحمت پيرزادو آهي، جنهن جو غزل جي زندگيءَ ۾ اهم ڪردار آهي، رحمت جي غزل ۾ تغزل جو حسن، فڪري نواڻ ۽ موضوعاتي جهان جي لامحدوديت آهي، سندس غزل جون ڪيتريون ئي سٽون ”دلين جي داخلي رستن“ تي حسن جي نئين روشني ۽ فڪر جي نئين جهونگار سان سفر ڪن ٿيون:

”جاڳيس تہ پنهنجي خون ۾ وهنتل هُيس سڄو،
هوءَ خواب مان نڪري مون کي خنجر هڻي وئي.“
”سانحن جو سمنڊ هو هڪ سامهون،
مون ڏٺو واريءَ جي گهر ۾ دير تائين.“
”خوف ڇهرن کي لتاڙي ٿو پيو،
جڻ خدا واقعي پٿر ۾ ٿو رهي.“

”هُن جي پر ۾ آ زهرُ ڪنڊي جو،
۽ هوءَ ڳاڙهي گُلاب جهڙي آ.“

دنيا جي جديد ادب جون نيون ڌارائون اڄ جي نئين سنڌي غزل ۾ لهي آيون آهن، جن کي دريافت ڪرڻ لاءِ نقادن جو پڙهيل هئڻ لازمي آهي، اسان وٽ تہ نہ صرف اڻ پڙهيل پر نابين نقاد بہ آهن، جيڪي شاعريءَ تي لکڻ / ڳالهائڻ وقت ٿاڦوڙا هڻي رهيا آهن. رحمت جي غزل جا هينئيان شعر نئين فڪري ڌارائن جا اُهڃاڻ آهن، جن ۾ تخليقي حسن تہ آهي ئي پر اهي فڪري امرتا جي روشني بہ رکن ٿا:

”خلا ۾ ناوَ آ پنهنجي ندي اڳ ايئن وهي ناهي،
هلون پيا واٽ اهڙيءَ تي اجا جيڪا ٺهي ناهي.“

”هُن مون کي ٻيهر آ ٺاهيو،
خواب جڏهن بہ ڊهي ويا آهن.“

”وقت سنڌي واچوڙي ۾ ڦرندي ڦرندي،
هيٺ ڏنوسين، پير اسان کي ڪو نہ هُيا.“

”مون کي طويل انتظار جون اکيون ڏئي،
ديوار منجهہ چڻ تہ ڪوئي درُ هٽي وئي.“

رحمت پيرزادي ”وائيءَ“ جهڙي ڪلاسيڪل صف ۾ بہ جدت جا موتي پويا آهن، هو وائيءَ جي ورلاپ ۾ صدين جون صدائون رکي ٿو، جيڪي تخليق جي ڪائنات ۾ اٿل پٿل آڻن ٿيون:

”درد کو فانوس آ چڻ،
۽ گهٽين جي ٻي وسين ۾ ،
رات رڙهندي ٿي رهي!“

”زندگيءَ جي دائرن تي ،
فلسفي سوچي رهيو آ،
درد جون ٽيڙيون لڪيرون!“

”وسي ٿي برف رستن تي،
اندر ۾ پيار جا شعلا،
سمورو درد چاڙن ٿا !“

اردوءَ جي خوبصورت شاعر ثروت حسين جي نظم جون سٽون آهن:

"نظم کا بھي ايک گھر ھوتا ھوگا
کسي جلاوطن کا دل يا انتظار کرتي ھوئي آنکھين."
"رحمت پيرزادي جي نظمن جو بہ گھر آھي، منھنجي دل ۾ منھنجون اکيون!" رحمت جو ويجھڙائيءَ وارو شاعراڻو سفر نہ صرف منھنجي اکين اڳيان ٿيو آھي، پر اُھو منھنجي دل مان بہ گذريو آھي. اسان ٻنھي شاعريءَ جي رمزن تي طويل گفتگو ڪئي آھي، رحمت جڏھن اوجاڳڻ ۾ ميڻ جيان ڳرندو آھي تڏھن ئي ڪجھہ تخليق ڪري سگھندو آھي. سمنڊ ۽ اوجاڳا رحمت جي تخليقي روح کي سگھہ بخشيديون آھن. تخليق لاءِ رحمت بي شمار تپسيائون ڪندو آھي، "ھو نظم لکڻ لاءِ ھوم ورڪ ناھي ڪندو، جيئن سندس ڪجھہ ھمعصر شاعر ڪنھن مخصوص موضوع بابت انگ اکر گڏ ڪري، منشي ٻڌجي نقادن کان صلاحون وٺي نظم لکڻ جو ھوم ورک ٿا ڪن، پوءِ تخليقي رس چس کان خالي ۽ کوکلا نظم لکي، مشاعرن ۾ رڙيون ڪندا ٿا وتن، ڪين اھا خبر ئي ناھي تہ شاعري ھوم ورڪ ڪرڻ سان نہ ملندي آھي، شاعري فطري آواز آھي، جيڪو اوچتو روح مان اڀرندو آھي، اھي شاعر (منشي) اھو چو نہ ٿا سمجھن تہ ڀٽائي ۽ شيخ اياز ڪھڙو ھوم ورڪ ڪندا ھئا؟
اسان وٽ شاعريءَ ۾ "منظوم مشڪريءَ سان گڏ بي سوري سُگھڙ پائي بہ ڪاھي پئي آھي."
نوجوان شاعر جاويد شبير لکي ٿو: "اسان جي سماج ۾ شاعري اڄ ڪلھہ ڪجھہ مٿين اسٽيجن تي قابض يا قبضي جا خواب ڏسندڙن لاءِ شطرنج جي راند ٻڻيل آھي، نئين سگھڙائپ وڏي چالاڪي ۽ طاقتور لابنگ سان ٿي رھي آھي، نوان سگھڙ وڏا شاطر آھن، اھي ھک ھک چال وڏي مھارت سان ڪيڏي رھيا آھن، اھي سگھڙ ھين ۾ موجود فطري تخليقي صلاحيتن جا دشمن آھن، چو تہ ڪين حقيقي خطرو آھي ئي جيڻئين آرٽسٽن مان، تنھن ڪري اھي ھين سمورن کي ڊڪٽيٽ ڪرڻ جي خواھش رکن ٿا ۽ ان ڏس ۾ ڀرپور سرگرم آھن، اھي تاريخ کي ڪٽ ھڻڻ ٿا چاھن، شارٽ ڪٽ ٿا چاھن، اھي بند ڪمرن ۾ اڄ جي مبينا ڏاھن سان خفيہ معاھدا ٿا ڪن، اھي ديش جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ پنھنجي چوپڙي سميت پھچن ٿا ۽ سياستدانن جيان پنھنجا حمايتي ناھڻ ۾ ننھن چوٽيءَ

جي زور سان مصروف آهن، انهن نون سگهڙن جا وفادار رڻ تپايو بيٺا آهن ۽ جڳ جهان مٿان پنهنجو اثر ثابت ڪرڻ ۽ پنهنجي لابيءَ ڪان سواءِ هر ڪنهن کي چور ثابت ڪرڻ ۽ هن هن کي هيسائڻ سندن محبوب مشغلو آهي، اهي واري واري سان پنهنجي مخالف سوچ رکندڙن کي هڪ هڪ ڪري نشانو بڻائن ٿا.“

ڳالهه اتي ختم نہ ٿي ٿئي، ادبي بي حيائيءَ ۽ ڏاڍائي جي انتها ٿي چُڪي آهي، فطري شاعرن جي هر طرح سان رستا روڪ ڪئي ٿي وڃي، مشاعرن جي شوقين شاعر مون کي هڪ دفعي فون تي چيو: ”ڪنهن دوست وٽان توهان جي غزل جي تعريف ٻڌي اٿم ڪڏهن مون وٽ اچو يا مون کي پاڻ وٽ دعوت ڏئي گهرايو ۽ اهي غزل ٻڌايو ”مون کيس چيو: آءُ شاعري تہ پنهنجي محبوب کي بہ نہ ٻڌائيندو آهيان، توهان کي ڪيئن ٻڌائيندس ۽ اها بہ اڻ ڇپيل، منهنجو ڪتاب ڇپجڻ وارو آ، ڇپجي وڃي تہ پڙهجو. رهي ڳالهہ دعوت جي، جڏهن چاهيو اچو، آءُ مُشاعرن ۾ ئي نہ ويندو آهيان تہ توهان وٽ ڪيئن ايندس.“ ان ڪان پوءِ ان سگهڙ شاعر جيڪي غليظ حرڪتون ڪيون، اهي ٻڌائي نہ ٿيون سگهجن.

رحمت جي شاعري هلندڙ دور جي تخليقي روايتن، رجحانن ۽ لاڙن جي ابتڙ نئين تهذيبي، ثقافتي ۽ تاريخي تناظر جي سجاڳ ڪرائي آهي، جنهن ۾ فڪري وسعت، نئين حسيت، فطري ادراڪ ۽ نئين شعري نظريا سازي ملي ٿي. هو احساس جي صورت گريءَ لاءِ تخليقي عمل ۾ نوان تجربا بہ ڪري ٿو. داخلي ڪرب، مابعد طبيعياتي اڪيلائي، حسن جي محسوساتي رنگيني، جديد زندگي جي بي يقيني، وجود ۾ اڀرندڙ اسرار، پنهنجي دور جي سماجي ۽ فڪري پيچ ڌاهہ ۽ خيال جي وحدت ۽ رمزيت، رحمت پيرزادي جي شاعريءَ جا اهم رخ آهن.

رحمت جديد سنڌي شاعريءَ جو نهايت روشن ۽ حساس حوالو آهي، جنهن وٽ شاعري پنهنجي ڀرپور فني ۽ فڪري وهڪري سان سفر ۾ آهي. رحمت پنهنجا تخليقي رستا، ماڳ ۽ مڪان ڳولهي لڌا آهن ۽ يقينن هو جديد سنڌي ادب ۾ نئين تخليقي دريافت ٿيل دور جي شاعر طور موجود رهندو.

# پنهنجي پاران!

ايٿينس جي هڪ بُت تراش جو قصو آهي تہ هو پٿر مان انسان جا مجسما گهڙيندو هئو، جنهن فن ۾ هن کي تمام گهڻي مقبوليت حاصل هئي. هن جا شهپارا چئ تہ ساهہ کڻندا هئا. ماڻهن جو چوڻ هئو تہ ”ان کان وڌيڪ فطرت سان هٿ چُراند نٿي ڪري سگهجي!“ ڪجهہ ماڻهن جو چوڻ هئو تہ ”هي فن جو عروج آهي، ۽ اهو ممڪن آهي تہ اهي فن-پارا هن سان اڪيلائيءَ ۾ ضرور ڳالهائيندا هوندا.“ هن جي مورتين جي نمائش ٿيندي هئي تہ سمورو شهر اتي اچي ويندو هئو. آخر هُن کي خيال آيو تہ مان ڪو اهڙو ڪم ڪيان جو موت مون کي ماري نہ سگهي ۽ هن پنهنجا مُجسما ٺاهڻ شروع ڪيا. هو تمام پوڙهو ٿي چُڪو هئو پر هن جو فن اجا جوان هئو. هن جا مُجسما ڏسڻ لاءِ سڄو ملڪ ڪٺي ٿي ويو ۽ جڏهن هو پاڻ انهن مجسمن سان گڏ پيو بيهي تہ ڪير بہ اهو نہ پيو ٻُڌائي سگهي تہ آرٽسٽ ڪهڙو آهي ۽ مجسمو ڪهڙو آهي!! آخر ڪار موت جو فرشتو سندس پروانو ڪٽي هن جي ڪمري ۾ آيو تہ حيران ٿي، بيوسيءَ ۾ پنهنجي مالڪ ڏانهن موٽي ويو. سندس مالڪ کيس ڪن ۾ ڪجهہ چيو، موت ٻيهر ٿڪجي سندس ڪمري ۾ موٽي آيو ۽ هن جي فن پارن کي ڏسي ٽڏو ساهہ کڻي چوڻ لڳو: ”واهہ ڪهڙا تہ سچا نقش هن ٺاهيا آهن، پر افسوس تہ هڪڙي ڪمي رهجي وئي اٿس!!“ اهو ٻُڌي سنگتراش شهپارن جي وچان ٻاهر نڪري آيو ۽ چيئين تہ: ”ڪهڙي شيءِ رهجي وئي آهي؟“ ۽ موت کيس پنهنجي خوني چنبن ۾ جڪڙي ورتو. اها آهي آرٽ ۽ اها آهي آرٽ سان ڪمٽمينٽ!! هو موت کي تہ مات ڏئي ويو مگر پنهنجي جنون جي هٿان هارائي ويو.

هي شاعري ڪا شوقيا شهسواري ناهي، هي عبادت کان اوچي پد تي پهچڻ جو ناءُ آهي. اهڙو ڪو بہ تخليقي ڪم موت مار پُلصراط تان گذرڻ کان گهٽ ناهي هوندو، جنهن ۾ انساني جذبن جي عڪاسي هجي ۽ وري انساني جذبن جو منظوم اظهار، پنهنجي ڪُک ۾ جيڪو

صدين جو سور سانديي بيٺو آهي، جيڪو هن جو بيڪ گرائونڊ آهي، ان جي چاڻ ڪان سواءِ ان جو اظهار اڌورو ۽ اڻپورو آهي. هي هڪ مسلسل رياضت آهي. جنهن ڪان پوءِ هڪ لازوال سوجهرو اچي ٿو، جنهن ۾ هڪ جوت آهي هڪ جذبو آهي. ان روشنيءَ جون وري مختلف بائونڊريز آهن، ان شعاع جون شاهراهون هر ڪلاڪار تي هڪ جيترين به نه ٿيون کُلن، هر ڪنهن کي پنهنجي پنهنجي سچائيءَ جو ڀاڱو ملي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ڪن بي توقير ماڻهن کي اتفاقي طور ڪجھ ملي به وڃي ٿو پر اها مسلسل رواني ڪنهن ڪنهن سچي فنڪار جي ڀاڱ ۾ اچي ٿي. پوءِ دنيا، دولت، مايا، روپ سروپ، موت، حيات ڪا به معنيٰ نه ٿي رکي. ايٿينس جو اهو سنگتراش ڀاڳ وند هيو جنهن کي وافر تعداد ۾ آرٽ مليو، مگر پوءِ به هو زندگيءَ جي آخري لمحي تائين ان جستجوءَ سان ڪميٽيڊ رهيو ته ڪا شيءِ رهجي نه وڃي.

”دلين جا داخلي رستا“ لاءِ منهنجي ڪا به دعويٰ ناهي، چو ته اهو فن ۽ ڏات سنڌ واسين جي سامهيءَ ۾ رکيل آهي. بس ايترو ضرور چوندس ته مون کي جيڪي محبتون مليون آهن، اهي تمام گهٽيون آهن.

هن ڪتاب جون ڪيترين ئي شيون صبح جو ٽين وڳي کان ستين وڳي جي وچ ڏاري لکيل آهن. انهن ۾ پنهنجو فطري فِلو آهي. ان کان پوءِ باقي ويهن ڪلاڪن جي طويل محنت آهي، جنهن ۾ رچي راس ٿي هي تخليق توهان تائين پهتي آهي.

منهنجو پائرن جهڙو دوست حبدار منهنجي تخليقن جو شاهد آهي، حبدار منهنجو پهريون پڙهندڙ آهي. مون چاهيو پئي ته پنهنجو پرپور ڪتاب حبدار کي ارپيان، سو هي ڪتاب هن جي نالي ڪيو اٿم ۽ اهو به پنهنجو پختو ويساهه آهي ته مون تي سڀ کان وڌيڪ واضع ليڪ به حبدار ئي لکي سگهي ٿو، جنهن هن ڪتاب جو مهاڳ لکيو آهي، ان لاءِ حبدار سولنگيءَ جو ٿورائتو آهيان. ياءُ رحمت سومري جي رهنمائي سدائين جيان هن ڪتاب ۾ به ساڻ رهي آهي. سنڌوءَ جي ساٿ جي ڪري هي ڪتاب اڄ اوهان جي هٿن ۾ آهي.

رحمت پيرزادو

# گهَڙي جو گهاءُ آ سهڻي!

اُهو بس عشق جو درياهه
اِنهيءَ ڪچي گهڙي سان پار ڪرڻو هو،
اِهو سهڻي پئي سمجهي!
ڪنيارڻ ذات جي سهڻي
گهڙي جو گهاءُ بڻجي وئي!
پڪا جن يي پئي ڳوليا،
اُهي پُٺتي ويون رهجي،
مگر سهڻي گهڻو اڳتي وئي نڪري!
سوين سهڻيون،
محبت جا ڪئي ڪردار ماريا ويا،
مگر هر رات ڪي پنهنجا
عجب اسرار آهن جي
جوانيءَ ڪي اِهي لهرون ٽپائن ٿا!
گهڙن ٿا جي، ترن ٿا سي،
اُهي ئي راز پائن ٿا،
آهي اونداهه پر پنهنجا
وچن واعدا نباهن ٿا!
اُهي جي وانڍ ۾ ونجهليون وڃائن ٿا،
ننگا ٿي نينهن پنهنجي ڪي نچائن ٿا!

سوين سهٽيون انڌاري رات کي
روشن ڪرڻ جي لئه
ترن ٽيون تار دريا مان!
ڪچي جي رات ڪاريءَ ۾
چڙن جا ساز ٻُرندا هن،
اُهي ميهار جون مينهيون،
اُهي دلدار جون دونهيون،
اُهي انڪار ۽ اقرار جا سي فلسفا ٿوڙي،
جدائيءَ، پارسائيءَ جون حدون لوڙهي،
وصل ۽ ويجهڙائيءَ جون مُندون ماٽي،
انوکا رات کي، ڪي رنگ ارپن ٿيون!
جتي سهٽي لٿا پنهنجا نپوڙي تي
اُتي ميهار مرندا هن،
جتي چوڙا، اُهي ٻيڙا پئي لاهي،
اُتي ڪي عشق جا ڪردار مرندا هن!
بدن پنهنجو وساري هُوءَ
وجي ٿي رُوح جي پويان!
جتي درياهہ دهشت جا
ٻہ دم ٿوڙي وجن ٿا پيا،
اُتي هي عشق عورت جو
تري ٿو تار پاڻيءَ ۾!
پکين کي ڪو پتو ناهي،
سکين کي سا خبر ناهي،
محبت جي انوکي راز جو اسرار ڇا آهي؟

اسان اُن عشق جا پانڌي،
اسان جو عشق
جمنا، نيل، راويءَ کان بہ آ اڳتي،
اسان جو عشق
ڪُنير جي تہ آويءَ کان بہ آ اڳتي،
زماني جي،
تصور جي، تباهيءَ کان بہ آ اڳتي،
اسان جو عشق
گوليءَ، باهہ، ڦاهيءَ کان بہ آ اڳتي،
اسان جو عشق روحاني،
بدن جي بادشاهيءَ کان بہ آ اڳتي،
اسان جو عشق
هن ساري خدائيءَ کان بہ آ اڳتي!
اسان جو عشق
هن ساري خدائيءَ کان بہ آ اڳتي!!

# غزل

شاعر جي ذهن ۾، ڪذهن ادراڪ ۾ مليئون،
محبُوب جي حسن جي وجي هاڪ ۾ مليئون.

ڪڪريءَ جيان ڪنهن اُڃ اجاري تي پٽڪندي،
ٽڪجي، ٽُٽي، ترن جي ڪتي، ٽاڪ ۾ مليئون.

تنهنجون اکيون جي مئڪدي جي در تي مليون هون
پيهر وري ڪذهن تہ پرين! ماڪ ۾ مليئون.

باغن ۽ هوٽلن ۾ ملياسين، تہ ڇا ٿيو!
ٽالهيءَ جي ڇانوَ جي هجي تہ ٽاڪ ۾ مليئون.

راڻو ٿيان مان، تون ٿئين مومل مجاز جي!
ماضيءَ جا ورق وار هلي ڪاڪ ۾ مليئون.

ناهي ڪو اعتبار عمر تي ملي تہ وڃ،
رحمت ايئن نہ ٿئي تہ بئي خاڪ ۾ مليئون.

# غزل

آرس پيجي هُو چڻ تہ مون کي ڪَرُ هٽي وئي،
گهُوري گهٽو ڪو مُرڪ جو منتر هٽي وئي.

آئون چڏي زمين اُڏاميس پئي متي،
جادُوءَ جو چڻ تہ مون کي هُوءَ پَرُ هٽي وئي.

دل جي تہ ريگزار ۾ پيو ڪجھ نہ تو ڦُٽي،
اهڙو هُو دل ۾ درد جو ٿُوهر هٽي وئي.

مون کي طويل انتظار جون اکيون ڏئي،
ديوار منجھ چڻ تہ ڪوئي در هٽي وئي.

آئون مري بہ اُن سان ئي منسُوب ٿي ويس،
هُوءَ منهنجي دل تي نانوَ جو پٿر هٽي وئي.

جاڳيس تہ پنهنجي خون ۾ وهنتل هيس سڄو،
هُوءَ خواب مان نڪري مون کي خنجر هٽي وئي.

# عورت آهر حقيقت!

عورت ڪو ڪرشمو آ،
عورت ئي آ قيامت،
تر جي طوائفن جو
مذهب آهي محبت.

ماڻهو سيئي چون ٿا،
نرگس نشي ۾ آهي!
ڇا هيءَ سموري دنيا
بازارِ حسن ناهي؟

جن جي عبادتن ۾
گهرا گناهه آهن!
تن جي تصورن لئه
مقتل مُباح آهن!!

چيرين جيان ٿي چمڪي
وجندڙ رُباب آهي،
مذهبَ گناهه جهڙا،
عورت ثواب آهي!

عورت عبادتن لئہ
چڻ ڪو گُلاب آهي،
عورت آ هر حقيقت
عورت خواب آهي.

هيءَ عشق جي تري مان
زنجير پائي نڪتي،
زنجير پنهنجي تن جا
زيور بڻائي نڪتي!

پنهنجي حسن سان ماڻهو
سيئي نچائي نڪتي،
هر تخت جي خدا کي
آهي جهُڪائي نڪتي.

عورت خدا جيان آ
ماڻهو بڻائي نڪتي،
جنت مان هيءَ تڙجي
خود کي وڻائي نڪتي.

پٽر جو بُت يجي هيءَ
پاڻي ڪري تي جاڻي،
عورت سڄي دنيا کي
ننگو پئي سڄاڻي!

# ماءُ

## نثري نظم

موت جي انتظار ۾ جيئندڙ خواب کي
مان نئين سر تخليق ڪرڻ ٿي چاهيان!
مگر ڪنهن به پار کي
پيهر نه ٿو ڄڻي سگهجي!!
هُو مون کان هميشه لاءِ
وڇڙي وڃڻ جيتري مُفاصلي تي
سدائين جيئندو رهيو آهي!
گلابن کي ٿيلسيميا جو مرض
ڇو ٿيندو آهي؟
۽ ماءُ هر ٻار ڄڻڻ کان پوءِ
مري ڇو نه ٿي وڃي؟؟
مان سدائين انهن سوالن سان
اُلجهندي رهي آهيان!
ڇو ته زندگي
ماءُ وانگر ڏُک جو ٻيو نانءُ آهي!!

# ڪبرين جو چرپٽو!

نثري نظم

يونيورسٽيءَ جي وڻ هيٺان
ڪبريون چرپٽو ڪن ٿيون!
مگر اوچتو ئي اوچتو
موسم بدلجي وڃي ٿي،
پن ڇڻي
هوا ۾ اُڏامي وڃن ٿا!
يادون ..... پرس جي خانن ۾
رهجي وڃن ٿيون!
گيت ٻاتا ٿي وڃن ٿا!!
چرپٽي مان سُڏڪا جنم وٺن ٿا،
ڪبريون پرڻجي وڃن ٿيون!!
.... ۽ ٿڪن جي ڪنوارپ،
سماج جي ڏاڍائيءَ جو
شڪار ٿي وڃي ٿي!!

# غزل

ڦند سمورا ڦيرَ اسان کي ڪو نہ هيا،
هاڻ تہ ڪنهن سان ويرَ اسان کي ڪو نہ هيا.

رقص هيو ۽ سرمستيءَ جي دنيا هي،
من اندر ڪي ميرَ اسان کي ڪو نہ هيا.

وقت سندي واچُوڙي ۾ ڦرندي ڦرندي،
هيٺ ڏنوسين پيرَ اسان کي ڪو نہ هيا.

دنيا اونداهي هئي پوءِ بہ گُذاريوسي،
دل ۾ ڪي انڌيرَ اسان کي ڪو نہ هيا.

سامهون هُن جِي نيت بدليل بدليل هي،
خيالن ۾ پِي خيرَ اسان کي ڪو نہ هيا.

# وائي

دلين جا داخلي رستا،
سمورو درد جاڻن ٿا!

اسان جي عشق جون ڳالهيون،
اوهان جي حُسن جا قصا،
سمورو درد جاڻن ٿا!

وسي ٿي برف رستن تي،
اندر ۾ پيار جا شعلا،
سمورو درد جاڻن ٿا!

حراسيل ٻار وانگر هي،
اسان جي رات جا سپنا،
سمورو درد جاڻن ٿا!
سمورو درد جاڻن ٿا!

# ننگو تي ڍڪيوسين خدا جو لباس!

ننگا تي نچياسين گهٽيءَ واٽ تي،
ايئن پنهنجي مستي لُٽائي اسان،
محبت نہ ماپي سگهي پاڻ کي،
هوائن ۾ هستي وڃائي اسان!

اگهاڙا گهمياسين سڄي ڏيهہ ۾،
گهٽايو نہ ماڻهن بہ ڪنهن گهاٽ تي،
ننگو تي ڍڪيوسين خدا جو لباس،
گهمون ٿا پيا سرمدي واٽ تي.

نچي ٿو اپيچند ناچُوءَ جيان،
اسين عاشقيءَ ۾ بنهہ بي چيا،
اسان کي لباسن ۾ لويو نہ پوءِ،
چڙيو جيئن اگهاڙا گهمون ٿا پيا.

اسان کي پرينءَ جي جوانيءَ جو سُنهن،
تہ ان جي محبت ٿا پائي گهمون!
اسين آهيون ظاهر زماني ۾ پر
گهڻو ڪجهہ ٿا خود ۾ لڪائي گهمون.

# غزل

لاهي سارو لباس لفظن جو،
مون وتو آهي واس لفظن جو.

هڪڙو شاعر ۽ رات اوجاڳيل،
جهنگ پَرسان اُداس لفظن جو.

ڪوئي پائي تو ويس لفظن ڪي،
ڪوئي روڙي تو ماس لفظن جو.

آئون ريڙهيان تو لاش پنهنجي ڪي،
جهنگ آهي اُماس لفظن جو.

ڪنهن رکيو واعدن جو پرم آهي،
ڪنهن رکيو آهي پاس لفظن جو.

هوڏ رحمت بہ چڏ ڪٽي هاڻي!
خيال رک خاص خاص لفظن جو.

# غزل

ٻوٽي اکين جو در ٻہ ھڪڙو خواب ٿو کپي،
۽ خواب کان ٻاھر ٻہ ھڪڙو خواب ٿو کپي.

ساري زمانا تنھنجي حقيقت ئي خواب آ،
سو خواب جي اندر ٻہ ھڪڙو خواب ٿو کپي.

ٻيڙي ٻہ ھڪڙو خواب، سُڪاٽي ٻہ ھڪڙو خواب،
۽ جرڪندڙ ھي جر ٻہ ھڪڙو خواب ٿو کپي.

ھڪڙو حسين چھرو کپي ننڊ لاءِ ٿو،
۽ خواب جو بستر ٻہ ھڪڙو خواب ٿو کپي.

خوابن جي پُلصراط تان گُذرڻ ٻہ خواب آ،
سايا ۾ منتشر ٻہ ھڪڙو خواب ٿو کپي.

# صحافي ۽ سگريٽ!

نثري نظم

ڪڏهن سگريٽ کي
صحافي ٿو ڇڪي،
ڪڏهن صحافيءَ کي سگريٽ!
ان ڇڪڇڪان ۾
حادثا حيران آهن!
خبر جي قبر ۾
چار ڇٽندي ٿي رهي!!
سگريٽ ۽ صحافيءَ مان نيٺ
ڪنهن هڪ جي خبر ڇپبي،
پر اسان کي تہ فقط
دونهاندار خبر ٿي ڪپي!
۽ موت پنهنجي خرچ تي
ڪيترين ئي ڏهاڙيون
پوريون ڪري چڪو آهي!!

# دُعا لاءِ کنيل هٿ!

نثري نظم

مون وٽ
دُعا لاءِ کنيل هٿن ۾
رڳو گُلاب جا گُل آهن!
مون هر نظم
آخري سمجهي لکيو آهي!
تنقيد جي نالي ۾
تو وٽ ڪيڏو بہ ڪام
۽ ڪروڌ هجي،
پلي تون پنهنجي
سمجهہ جي دائري ۾
هڪ نقطي کي بہ داخل ٿيڻ جي
اجازت نہ ڏيندو هجين!
مون کي تنهنجي
بي سمجهہ دانائيءَ کان
ڪا بہ شڪايت ناهي،
ڇو تہ مون وٽ
دعا لاءِ کنيل هٿن ۾
رڳو گُلاب جا گُل آهن!!

# هوائون خوشنصيب آهن!

سمنڊُ هي آرسيءَ جهڙو
گهٽائون رنگ ٽيون تنهنجا،
هوائون خوشنصيب آهن،
ڇُهن جي انگ ٽيون تنهنجا.
جواني هي بچيل باقي
تري ۾ ڏُک جهڙي آ!
وَهي اڏڙوٽ عورت جي
پيئڻ لاءِ ٻُک جهڙي آ!
ڪنارا رات جا ڪارا
شرابي عورتن جهڙا،
چپن تي چاندني هاريل،
اکين جي آبشارن ۾
رهيل مستي خمارن جي!
اُها اوگهڙ جي مغروري،
دلين مان سڀ عقيدن جا
پٽي خيما ڇڏي ٿي پئي!
(عمر اڏڙوٽ عورت جي
صفا اڪروٽ جهڙي آ،
ڏسڻ ۾ سخت آ ڏاڍي
اندر ۾ نرم دل آهي.)

وڪون هي ويڪريون منهنجون
ڪِڄن ٿيون پيون خلائن ڏي،
وڄن ٿيون خواب جي پويان
اهي تنهنجي ادائن ڏي.
ڪرين ٿي رات ڪي قابو،
جڏهن تون وار کولين ٿي،
۽ منهنجي سامهون ويهي
اگهاڙا انگ موڙين ٿي!
هوا هي سمنڊ جي مون سان
حسن تنهنجو ملائي ٿو،
سڏو تختو جهازن جو
جوانيءَ کي جلائي ٿو!
سمهي جنهن تي پرين توسان
اُتان تو آسمانن مان!
سيئي جذبا جلي ۽ خاڪ ٿي
دل تان اُڏامن ٿا!
جڏهن ملاحَ ٽڪ لاهي
نشي ۾ گنگنائن ٿا!
هوا آرس ڀڃي ٿي پئي،
اُهو پل دل جلائي ٿو،
تڏهن شمشير* پنهنجي
بنسريءَ تي ڌن وڄائي ٿو!

سُرن ۾ مانجهه تي مُرڪي
سموري سانجهه تي مُرڪي!
ٿري جي بي خودي دل تي
نوان احساس تي آڻي،
اسان جو جسم تي پوري،
اسان جو درد تي چاڙهي!
اڪين ۾ لُڙڪ ڳالهائن،
هوائون خوشنصيب آهن!

*شمشير سيلرو: شاعر دوست
۽ بنسري وڄائڻ جو استاد

# هن راڳ ۾ جي رنگ ها ۽ راز ها شامل!

منگتي جي صدائن ۾ آ سنسار ۽ دنيا،
سورٺ جي ادائن ۾ زماني جي حقيقت!
راجا جي هئي روح ۾ ساري هي ڪهاڻي،
لهرُن جي مٿان چنڊ جي پاڇي جي حقيقت.

سورٺ ڪي هيو سُور ڏياچڻ جي ڏِيا جو،
آواز ۾ آ درد جي تلوار جو قصو،
هر تانَ سندس جانِ مان جڻ ساهه ڪڍي پئي،
گرنار ۾ هو جنگ جي يلغار جو قصو.

هي قول جون ۽ فعل جون، انصاف جون ڳالهيون،
قالوبلا جي قول ۽ اقرار جو قصو.
ماڻهن ۾ جا حاڪم جي هي ڪردار جي صورت،
ڌرتيءَ جي مٿان خون جي مهڪار جو قصو.

هاٿي، نہ ڪو گهوڙو، نہ ڪوئي طبل وڳو هو،
تاريخ سميريءَ جا سڀ آثار لڌيا ها،
موهن جي دڙي جي سڄي تهذيب ڏڪي هي،
صدين ڪان ڳتل وقت جا معيار لُڏيا ها!

ماڻهو نہ تا چاڻن تہ هن ڪلياڻ ۾ چاهي!
پنڊيپ ۾ چاهي ۽ پياس ۾ چاهي-
گوري، نہ ڪو گورڪ، نہ بلاول، نہ ڪا سورٺ،
چَمپَڪ جي چڻي چاھہ تي يا ٽياس ۾ چاهي!

روپا، نہ ڪو سُوها، نہ ڪو مارو، نہ ڪو پيرو،
ڪماچ ۾ ظالم جو هيو ڪرج لڳايو،
سنگيت ڪي چارڻ هو انوکو ڏنو ڦيرو،
آسان شهنشاھہ جو هُن موت بڻايو.

هِن راڳ ۾ جي رنگ ها ۽ راز ها شامل،
سي خواب زماني جي خدائن نہ ڏٺا ها!
ڪو ڏياچ، نہ ٻيجل، نہ ڪا سورٺ، نہ انيراءِ،
راجا تہ مري پوءِ بہ مري ڪين سگهيو آ!

سورٺ تہ پٽيندي جو سهاڳڻ نہ رهي آ!
چارڻ کي نہ ڪو تخت اچا تاج مليو آ!!
گرنار ۾ جو ڏار ٽيو ڏڙ هو سسيءَ ڪان،
ان کي تہ زماني ۾ امر ڏاج مليو آ!

# وائي

آدمي يوڳي رهيو آ،
درد جون ٽيڙيون لڪيرون!
زندگيءَ جي دائرن تي،
فلسفي سوچي رهيو آ،
درد جون ٽيڙيون لڪيرون!
اڄ بہ گوتم گيان وانگر،
لحد ۾ لوچي رهيو آ،
درد جون ٽيڙيون لڪيرون!
پيار لئہ پامسٽ هرڪو،
چڙ اجا کوجي رهيو آ،
درد جون ٽيڙيون لڪيرون!
بيوفائي! تنهنجو شاعر،
چنڊ ۾ ڳولي رهيو آ،
درد جون ٽيڙيون لڪيرون!
درد جون ٽيڙيون لڪيرون!

# غزل

منظر، أداس خواب، گھٽيون، در ڇڏي وئي،
هُو منهنجي دل ۾ درد جا خنجر ڇڏي وئي.

هن ڪان سوا نہ مون ڪان اڌوري اُڌار تي،
هُو جڻ ڪٽي پکيءَ جا ٻئي پَرَ ڇڏي وئي.

ساري شهر جا رنگ انهيءَ جي رَئي ۾ ها،
ويڙهي شهر کي پوئتي پٿر ڇڏي وئي.

منهنجي تہ نگاهُن جا سيئي خواب ٻُهاري،
نيڻن ۾ جڻ ڪي ياد جا ٺُوهر ڇڏي وئي.

دل کي پئي ڏکي تہ پيو تن بي لباس ٿئي،
رستي ۾ جُوانُ جسم جا زيور ڇڏي وئي.

سپنن ۾ هن جي حسن جا سنسار هئا نوان،
خالي اکيون هُو خواب ڪان ٻاهر ڇڏي وئي.

# غزل

آئون ڪهڙي زمان ۾ آهيان، مون ڪي منهنجو زمان ڳولي ڏي،
حد ڪهڙي آ منهنجي اُڏرڻ جي، سو پرين لامڪان ڳولي ڏي.

منهنجي رفتار تي پئي چاهي سير ڪيان مان ٻنهي جهانن جو،
حُسن پنهنجي جا دائرا ماپي عشق جو آسمان ڳولي ڏي.

تو ئي مون کي اُڏار ارپي آ، تو ئي مون کي آ پيار سيکاريو،
تون ئي مون کي ڇڏي هلي وئي آن، منهنجو نالو نشان ڳولي ڏي.

هيءُ سيئي پرين پڪيون جايون، جن ۾ منهنجو ٿو ساهه پيو گهُٽجي،
مون کي مٽيءَ جي ٿي کپي خوشبو، مون کي ڪچو مڪان ڳولي ڏي.

هي حسينن جو سمنڊ آ سامهون ۽ ننگا پيٽ ٿو لتاڙيان پيو،
حسن پنهنجي سان تار تون مون کي، برهه جو بادبان ڳولي ڏي.

# سانت ۽ آواز!

## نثري نظم

جهرڪيءَ ڪي
هڪ ڪڙڪي ٽاهڻي آهي،
منهنجي گهر ۾
لان واري طرف!
جهرڪي بار بار
منهنجي دماغ ۾،
چُون چُون ڪري رهي آهي.
(ٻاهر لان ۾
ٽالهيءَ جي وڻ ۾،
سانت سُتل آهي،
اها ماٺ جيڪا
منهنجي من ۾ موجود رهندي آهي!!)
مان لفظ جوڙيان ٿو
هڪ ڪڙڪي ٽاهڻ لاءِ،
تہ جيئن وڻن ڪي پکين جا آواز
۽ پنهنجي وجود ڪي
اُها ماٺ موٽائي ڏئي سگهان!!

# راجا نند جون راجڪماريون!

بيڪاري هن بن ۾ ڪي ئي
شان وچايل شهزادا ها!
جوڳين وارا ويس ڍڪي ۽
بنسيءَ تي بيراڳ چون پيا،
پنهنجي بربادي‌ءَ تي پلجي،
آهه پري هي: ياڳ چون پيا!
تن جون آهون مومل توڪي
سومل توڪي سامهون ٽيڻديون!
جن وٽ ڪاڪ محل جا قصا
ڳالهه ڳلابي غاليچن جي،
طلسم جا سي تخت سمورا،
قيصر، چوليون، لال ڪنولا!
اونهيون کوهيون، منجهيل رستا،
چار وچايل ها جادوءَ جا،
ناتر جون ڪي شاطر نظرون،
جن ۾ ڪي ئي نٽ ڪٽ نخرا،
پايل ۾ پڙلاوَ ٻُجهن پيا،
تن جون ڳاڙهيون، سايون ساڙهيون،
پان پنن جا چٽ چٽيل ها.

ڪاڪ محل جي خاموشيءَ ۾
رُوپ سروپي راجڪماريون،
ست ئي سيتل، ڪومل ڪنواريون،
سون سريکيون، چلول ساريون،
پٽ پٽيهر، هي پٽ راڻيون،
راجا نند جون راجڪماريون،
سورنهن ئي سينگار ڪري ۽
هيرا ميڙن، موتي ماڻن،
وڻ وڻ تي جي وار پيون ڪن،
ڪنڌ پيون سي چانگن، چاڻن-
خاموشيءَ ۾ ساز وڄن پيا،
ڳاڙهي رڻ ۾ مور مرن پيا،
مومل جو هي نانءُ نرالو،
جنهن تي ڪي شهزور مرن پيا،
ڪاڪ نديءَ جي ڄڻ تہ ڪناري،
راجائن جو رت وهي پيو-
پر ڪو راڻو آيو هئو اُت،
جنهن سو منچ مٽايو هئو اُت،
سوپاريءَ سان طلسم ٽوڙي،
ناتر جي وارن ڪي موڙي،
جت پکيءَ جو پير نہ پهتو،
پئونر پرائي آيو هئو اُت،

ڪاڪ محل کي ٽاٽي ٽاٽي،
مومل کي آيو هئو ماٽي-
ڪاڪ انهيءَ پل خاڪ بڻي هئي،
مومل تڏهين ڏاڳهه چڙهي هئي،
پر هن رڻ ۾ راڄ رُلايا،
هن جو مذهب هئو جڻ مايا-
راڻو هڪڙو ماڻو هئو جڻ
نيٺ ٽري ويو ٽاڻو هئو جڻ،
سُومل سان هڪ رات سُتي هئي،
هُن جي ساري ذات رُني هئي
راڻو هن ڪان ايئن رُسي ويو
پيار نہ هئو جڻ مرگهہ ڪُسي ويو!
ساڳيا رت جا ڳوڙها جيڪي
رڻ ۾ راڄائن هاريا هئا،
تن کي موت نہ هئو ماريو پوءِ
جيڪي موهہ اندر ماريا هئا!
ساڳيا گيڙو ويس ڪري اڄ
مومل ساڳئي رڻ ۾ نڪتي،
توڙي هوءَ اڄ ساڳي آهي
پوءِ بہ نندڊ اياڳي آهي،
مومل جي جا ماڙي آهي،
سا بہ بڻي جڻ ٻاڙي آهي!

سامين وانگر سين هٽي ٿي،
مومل دل جو دان مڳي ٿي-
راڻي کي ريجهائڻ خاطر
راڻِي پنهنجو روپ وڃائي
ڍِٽ اندر ٿي جاءِ اڏائي،
پر نہ سگهي راڻو ريجهائي.
ماڻهو هونءَ تہ آهي مٽي،
هٽ انهيءَ جو ڪاٺ جيان آ،
رهڻو ڪجهہ پيي ناهي، دنيا
ڪاڪ سندي ٽڪساٽ جيان آ!
پنهنجي هُوءَ سماڌي ساڙي،
نيٺ وئي هيءَ وادي ساڙي-
جنهن ۾ رهندو هئو هڪ راڻو،
جنهن جو هئو مومل سان ماڻو!

# چچريل لاش!

نثري نظم

چا ورديءَ وارو درزي
ساڙهي ڻاهي سگهي تو!؟
چا اُهو سمجهي سگهي تو
تہ ساڙهيءَ ۾ خواهشون
ٽاڪبيون آهن
۽ ارمان بہ ٽوپبا آهن!؟
اُهي ارمان جيڪي
ٽارچر سيل جي ڪوليءَ ۾
جلندا رهندا آهن!
ساڙهيءَ جيان ماڻهوءَ جي من ۾
ويڙهيل محبتون
ڪولين ۾ ڳُلنديون آهن!!
محبت جا قيدي خواب
محبوبن جي اکين ۾
امانت جيان رکيل هوندا آهن!
خواب، چچريل لاشن جيان
لاوارث ناهن هوندا!!

# جھُولا جھُلياسين گڏجي!

ڪيڏي ھوا گھُلي پئي
اُن ۾ رُلياسين گڏجي،
ء انب جي وڻن ۾
جھُولا جھُلياسين گڏجي!

محبت جي راھ پنھنجي
پل پل ڪي پنھنجي منزل،
چوليون اَجھاڳ آھن،
جن ڪي نہ ڪو بہ ساحل-
ٻيڙيءَ ۾ ٻار وانگر
ڪيڏو ڪِلياسين گڏجي.
جھُولا جھُلياسين گڏجي!

پر پيار ڪيئن ٿي ويو،
اُن جي نہ ڪا خبر ھئي!
توڪان ڏُڪياسين توڏي
دنيا تہ مختصر ھئي.
ٿي پئي ھوا محبت
گھُميا، گھُلياسين گڏجي.
جھُولا جھُلياسين گڏجي!

ناريل جي وڻن ۾
يا سمنڊ جي ڪناري،
مان ياڪُرن ۾ تنهنجي
تون منهنجي ئي سهاري-
ڇولين جو سمنڊ ٻڻجي،
ڪيڏو ڇُلياسين گڏجي.
جهُولا جهُلياسين گڏجي!

توکي مون ڪان چني ۽
واڙي سماج ڇڏيو،
جڻ پيار جي پَلن کي
ساڙي سماج ڇڏيو!
هِن پونءِ ڪين جاتو
۽ ٻئي پُلياسين گڏجي-
جهُولا جهُلياسين گڏجي!
جهُولا جهُلياسين گڏجي!!

# تو ڏنو هو درد هڪڙو!

تو ڏنو هو درد هڪڙو
هاڻ هي دنيا سموري
جڻ تہ مون لئہ درد آهي!

آنءُ جيڪو
توکي سوچڻ جو انوکو زاويو هان-
اوپرائپ جي ڊگهي ڏاڪڻ چڙهان ٿو-
آئيني جيان جنهن جي اندر
عڪس جو ڪو انت يا ڪو ڇيھہ ناهي!
هاڻ مون لئہ هر وطن، هر ڏيھہ وانگر
اجنبي تعلق جي سيني سرحدُن تي
اوپري هر فرد آهي،
هاڻ هي دنيا سموري
جڻ تہ مون لئہ درد آهي!

هي سڄي رنگين دنيا،
گُلبدن ساريون گهٽيون ۽ دلرُبائي شهر جي!
تہ بہ رهيو آ روز خود سان
جڻ تہ اڻ واقف تعلق جو ڊگهو هي سلسلو-
رات پنهنجي ٿي مَٽائي
روز شيشي جا گلاس!

آئيني جي ٻاهران
هي شهر ڪيڏو سرد آهي-
هاڻ هي دنيا سموري
ڄڻ تہ مون لئہ درد آهي!

هاڻ آئون ٻي وسيءَ جي انت تي
ڇيد ٻيهي زندگيءَ جو ڇا ڪيان!
مون تہ دوکي کي قبولي آ وتو
پر نہ دوکي آ ڪيو مون کي قبول!
روڳ ٻڏجي ايئن وئي آ زندگي-
تو لڳي هاڻي تہ تنهنجي خيال سان
ڄڻ تہ منهنجي بستري ۾
اوپرو ڪو مرد آهي!
هاڻ هي دنيا سموري
ڄڻ تہ مون لئہ درد آهي!
ڄڻ تہ مون لئہ درد آهي!!

# ٽريجڊي

بارِ جي ٽيبل تي پوئين رات جو
جام جي سامهون جهُڪائي ڪنڌ
وينو آهي تنهنجي عشق جو ساڳيو اسير!
درد ڪي ڪي تلخ تشبيهون ڏئي ٿو
خودڪلاميءَ ۾ پيو!
بارِ جي هن نيم روشن هال ۾
ڪوئي نغمو ٿو هلي پيو ساز تي-
هي لڳي ٿو ڄڻ پريشان خواب ڪو،
جو خيالن ئي خيالن ۾ هليو،
ٿو وڃي پُولار ڪان پرتي ٽپي!
جت اُها ئي رات جي چانڊاڻ آهه-
جيڪا تنهنجي روپ جي ڀروپ ڪي
تي لڳائي باهه ڄڻ ڪا حُسن جي!
۽ اُهو چانڊاڻ جو خالي گلاس
جنهن جي ٻاهر اڄ اونداهي سموري ڪائنات!
تون پري اُن ڪان رهي پر اي سکي!
ڄڻ پهاڙن جي وچان
ڪنهن گرم چشمي جيان ڦُٽي آهين پئي!
پر سکي! تنهنجي انهيءَ
ارڏي جوانيءَ جي جُوالا جو تہ رُخ

آهي ٻئي ڪنهن يار جي ئي پار ڏي!
۽ خودي هُن جي ٽُٽي آهي ٻئي محور منجهان!
درد جا ٽُڪرا اُهي ميڙي ٻئي تي مئڪشي!!
بار جي ٽيبل تي پوئين رات جو!
بار جي ٽيبل تي پوئين رات جو!!

# ايلسا جي شهر ۾ .......!

ايلسا جي شهر ۾
خودڪلامي گيت ٻڌجي ٿي وڃي!
سونهن جي هر نظر تي
ڪفر جي ٿي روز پئي فتوي ملي!!
دار جي تختي مٿان پئي
عاشقي خوش ٿي ڪلي
۽ جواني ٿو پَسي هر ڪو انوکي رنگ ۾
عشق جي آهنگ ۾ ....
هي ڏگهيون چاڙهيون،
انوکا موڙ رستن جا،
ڪجين جا باغ سارا،
پام جون لمبيون قطارون .....
جيئن سڏي ٿو سمنڊ کي ساحل پيو،
۽ ٻتيون هن جي شهر جون
ٿيون ٻرن جڳ مڳ ڪري!
ڪيترو هن جي پنيان رُلندي ٻه اڄ
زندگي نغمو نرالو هي ڪٿي ٻڌجي سگهي آ!

جسم جي وچ تي
انوڪي تر تلاشڻ لاءِ
عورت جي سمندر ۾ ازل کان ٽو ٻڏي آدم پيو!
هُوءَ چوليءَ جي چڙن تي
شهر جي ماڻهن سين جا
نيڻ ٽاڪي ٿي هلي ......
پيار جا فانوس ٻرندا ٿا رهن رستن مٿي،
عاشقن جو خون جن ۾ تيل وانگر ٿو سڙي!
عاشقي! او عاشقي!
تون شمس تبريزيءَ جيان
سچ کي نيزي مٿان لاهي وساري آ ڇڏيو!!
اي سکي! تو داوَ کي دل آ ڏني،
مون گهاوَ کي گهُوري ڏٺو ،
تاريخ جڻ رگ ويد جي تشبيهه کي
تنهنجي اڳيان ٺوڪر هڻي
پرتي ٿُڏي آهي ڇڏيو!!

ايلسا جي شهر ۾
هر دين کان لادين ٿي،
مان دُور جڻ چاهت سندو
روپوش کو اهڙو جزيرو ٿو ڏسان،
جت عاشقيءَ جي ديس ۾
هي عشق مذهب کان گهڻو اڳتي ٽپي آهي ويو،

هر ذات کان،
فرقن سندي فڪرات کان،
هر رنگ جي رب کان گهٽو اڳتي ٽپي آهي ويو.
هي موت جون ڪاريون ڪنڌيون
روح سان روشن محبت تي ڪري!
هن عشق ئي مون کي پُڄائي آ چڙهيو
جڻ انوکي پار ڏي
ايلسا جي شهر ۾!
ايلسا جي شهر ۾!!

# غزل

خلا ۾ ناوَ آ پنهنجي ندي اڳ ايئن وَهي ناهي،
هلون پيا واٽ اهڙيءَ تي اجا جيڪا ٺهي ناهي.

سمندر سانت آ سارو، لنگر سيئي لهي ويا هن،
اِهي چوليون بہ چَرَ آهن، پڪي ناهي، پَهي ناهي.

شهر جو شور آ مون ۾ ۽ ٻاهر ماٺ آ ساري،
سيئي هوڪا سجاڳا پر خواهش ڪا رهي ناهي.

وصل جا ولولا سائين! حسن جي هاڪ ڄاڻون ٿا،
حقيقت خواب آ ساري، اِها چو آگهي ناهي؟

پڪي ٻولي پيا ٿا ڪن گگن سان گُفتگو پنهنجي،
ڦُٽن ٿا قول موسم ۾ وٽن جي ڪا وَهي ناهي.

# غزل

هِن پار ۽ هُن پارَ جي اي ميل ۾،
درد آ سنسار جي اي ميل ۾.

بي وسيون، پيڙائون ۽ آوارگي،
ڇا هجي، فنڪار جي اي ميل ۾.

ڦول، خوشبوءِ، رنگ ۽ پوپٽ هيا،
مون پڙهيا هڪ ٻار جي اي ميل ۾.

”هُن کي گُوگل سرچ ئي ناهي ڪيو!“
ايئن لکيل هو يار جي اي ميل ۾.

مون پڙهي شايد ڏٺو ناهي اجا،
زندگيءَ کي پيار جي اي ميل ۾.

# غزل

اِهي پوڙها پهاڙن جا،
پيئن ڳوڙها پهاڙن جا.

ڏيئن ٿيون نيند نيٽن سان،
پيجو ڪوڙا پهاڙن جا.

جبل جهڙي جواني آ!
گهُمن گهوڙا پهاڙن جا.

سڪيءَ جي نرم سيني تي،
هئا جوڙا پهاڙن جا.

سمورا لڪ لنگهي وياسين،
سنها، سوڙها پهاڙن جا.

لڪي ۽ ڪيرٿر سنڌ کي،
ٻئي لوڙها پهاڙن جا.

# ڏاهر جو آواز نہ مرندو!

## (راجا ڏاهر کي پيڻا)

دنيا جي تختي تان ڪڏهين
ڏاهر جو آواز نہ مرندو!

جنهن ڌرتيءَ جي سيني تي ڪي
دودا ماريا ويندا آهن،
آزاديءَ جي نانوَ مٿان جي
جوڌا ماريا ويندا آهن،
تنهن ڌرتيءَ جي سيني مان ئي
انا الحق جو نعرو اُٿندو،
ماڻهوءَ ۾ ئي آهي جيڪو
رب، رسول جو راز نہ مرندو-
دنيا جي تختي تان ڪڏهين
ڏاهر جو آواز نہ مرندو!

مُرده مرندا آهن ساٿي!
دولهہ ڪڏهين مرندا ناهن،
هوشوءَ جي آ هاڪ سلامت
هيمون زندا رهندا آهن،

تاريخن مان اک تکي ٿي
جيڪا سڀ ڪنهن کي پرکي ٿي
سنڌڙيءَ جي اتهاس منجهان ئي،
ڪنهن بہ نظير جو ناز نہ مرندو!
دنيا جي تختي تان ڪڏهين
ڏاهر جو آواز نہ مرندو!

ويهينءَ ڪان پوءِ ايڪيهينءَ ۾،
سنڌڙيءَ پنهنجا سُور سنياريا،
روز ملن ٿا لاش اسان کي
جن انڌا دستور اُڪاريا،
موکيءَ جهڙي منهنجي ڌرتي،
امرت جا تو مٽ پريا ڇو!؟
پاڻ پرهہ جا پياڪ سمورا
سُونهن، سَرور ۽ ساز نہ مرندو.
دنيا جي تختي تان ڪڏهين
ڏاهر جو آواز نہ مرندو!

# مصر جي بازار ۾!

## (علامتي نظم)

هُو وجي شاعر پيو ڪيڏو حسين!
ذهن هن جي ۾ آهي ڪو سنگتراش،
هن جي دل ۾ آ مصور ڪو عظيم!
مصر جي بازار ۾ وڪجي پيو ٿو روز هُوءُ!!
شهر جون پوڙهيون سيپئي پيشور
جسم ۾ آرام ڳوليندڙ اُهي سڀ عورتون،
هُن جي ٻرندڙ جسم تي
چپ پنهنجا برف جهڙا ٿيون رکن،
عارضي آسيس هن مان ٿيون وٺن،
۽ وري ٻيٺي لڳي ٻولي پئي ٻئي ڏينهن تي!
تشنگي وڌندي رهي ٿي تيئن هن جي نظم ۾-
تشنگي جا عاشقيءَ جي آسمانن ڪان مٿي،
روز ٿي هن ڪي پئي وڪٽي انهيءَ
وقت جي ڇڙ بي رحم بازار ۾!!
تشنگي!
ها تشنگي جيڪا آهي ان پارسا عورت سندي،
وقت جي حاڪم جي جيڪا ڏيءَ آ-

ها أها ئي شاهزادي آبشارن ۽ پهاڙن ۾ ڪٿي،
هُو انهيءَ سان هئو مليو هڪ وار ئي!
ررز ماڻهن ڪان پيو ٿو هو ٻُڌي،
ان حسينا جو انوکو داستانُ،
پارسائيءَ جو نئون ڪوئي قصو،
حسن جو ڪوئي انوکو معجزو.....
جنهن ڪي پنهنجي آرزوءَ جي پٿرن مان
هُو تراشيندو وڃي ٿو روز نئين ڪنهن نظم ۾!
۽ گهڙيندو ٿو وڃي
ڪائي تمنا طلسماتي رنگ جي!!

مصر جي بازار ۾
هُو پاڻ کي وڪڻي پيو ڳولي ازل جي آرزو!
آرزو!
ها آرزو، جنهن جي نہ آ ڪا انتها!

...... ۽ ٻئي پاسي ٻُڌي ٿي روز پئي،
پاڪ دامن پارسا هن جي محبت جي پُڪار!
۽ نظر ان جا ننگا چِٹ مجسما،
پٿرن مان هي تراشيل مورتيون،
۽ رنگن جي روح مان نڪتل خدائي معجزا-
روز هن تائين برابر ٿا پُڄن.

هوءَ پنهنجي خوابگاهن ۾ انوکي
دل جي دنيا پئي ڪري ويئي تلاش!
آرزوءَ جي انتها جهڙا نظم
محل جي مضبوط ديوارُن کي چيري ٽا اچن

۽ سِتونن ۾ پڙاڏا ٿا ٻُجهن!
مصر جهڙي ملڪ جي ملڪہ حسين،
عاشقيءَ جي استعارن ۾ خماري ٿي وجي.
جاهلن جي دور ۾
هي عاشقي پنهنجا نوان رستا تلاشي ٿي وٺي،
۽ شاعري!
ها شاعري، جا دردَ پيغمبر جا ماپي ٿي سگهي!

.... ۽ نيٺ نڪري ٿي پئي هوءَ مصر جي بازار ۾!
جڻ پيار جي سنسار ۾ خود کي خريدڻ ٿي وجي!!
ڪيس حيرت مان ڏِسي
شهر جا هُو بُت سارا جڻ تہ ماٺهو ٿي ويا!!

## سانيٽ

ننگي عورت، اُرهہ اگهاڙا،
باقي بُت تي نانگ ڍڪيل آ.
آنءُ انهيءَ سان رات سُتو هان،
منهنجو سارو جسم ڏنگيل آ.

ڪنهن تہ مصور جو هي ڳوڙهو،
چڻ هر رات منجهان گُذريل آ.
تنهائيءَ ۾ نيڻ انهيءَ جا
اڌ ڳُليل آڪيرن جهڙا!

ءُ هي رُوح مسافر وانگر
پيار ڪيچي تو پنهنجا پيرا.
ڪينواس جو ڪارو پردو،
اُن تي جسم سمندر جهڙو،
چانڊوڪيءَ ۾ جڻ تہ سُتل آ،
باقي بُت تي نانگ ڍڪيل آ!

# وائي

ننڊ ناهي جو اکين ۾،
بند در آهن درين ۾،
رات رڙهندي ٿي رهي!
ڪو مسافر آ اويلو،
شهر جي خالي گهٽين ۾،
رات رڙهندي ٿي رهي!
دور ڪو فانوس آ جڻ،
۽ گهٽين جي بي وسين ۾،
رات رڙهندي ٿي رهي!
چنڊ چئونڪيدار آ پر
وقت اڄ تنهنجي وٿين ۾،
رات رڙهندي ٿي رهي!
سنڌ جهڙو ڀاڳ پنهنجو
تو لڳي جڻ ڪئي صدين ۾،
رات رڙهندي ٿي رهي!
رات رڙهندي ٿي رهي!

# وائي

توبن تہ سچو جيون،
صحرا ۾ اڪيون آهن،
سڀ عڪس اڌورا هن!
جيون تہ اڪيلو آ،
ڪيڏيون نہ ڪميون آهن،
سڀ عڪس اڌورا هن!
ڪيڏو نہ پري ٿي ويون،
خوابن جون پريون آهن،
سڀ عڪس اڌورا هن!
رستي جي اڪيلائي،
۽ بند دريون آهن،
سڀ عڪس اڌورا هن!
صحرا جو سفر آهي،
پيرن جون تريون آهن،
سڀ عڪس اڌورا هن!
وڻ وڻ جون اڪيلايون،
ٻيلي ۾ ٻريون آهن،
سڀ عڪس اڌورا هن!
سڀ عڪس اڌورا هن!

# درد نوري سال جو!

مدتن کان عشق منهنجي جو اڙانگو هي سفر،
اڄ پُڄڳو آهي انوکي موڙ تي،
دردُ نُوري سال جو ڪو آهي منهنجي روح ۾-
ها اُها ئي اڄ انوکي ڇوڪري
جنهن جي ڇهري تي سموري عمر مون سجدا ڪيا،
جنهن جي وارن ۾ ڏٺي مون زندگيءَ جي ڪاري رات!
جنهن جي نيڻن تي عبادت عشق جي پوري ڪيم،
جنهن جي ٺهڪن جي سحر ۾ شاعريءَ جا سڀ ڪتاب!
جنهن جي مُرڪن تي سمورا مئڪدا خالي ٿين!
چندَ ڇهري سان اُها سجني
سڪين ۾ جيڪا پڌري آ پري ڪان!
ها اُها منهنجي اکين جي آبرو،
ها اُها منهنجي سکي، جيڪا هرڻ جهڙي هنيلي،
هوڏ جنهن جيءَ ۾ هزارين انقلاب!
تي لڳي مون کان پئي سا ڏور ڏُور.
وقتَ هن کي جڻ پري مون کان ڪري آهي ڇڏيو!
دور رهندي جڻ تہ هڪ ٻئي کان گهٽو،
تي ويا آهيون اسين واقعي جدا!!

ڏينهن کي ٿي چڻ گذاري رات جي ڪا آرزو،
رات کي ٿي چڻ تہ ماري ڏينهن جي ڪائي اُميدَ!
دردُ نُوري سال جو ڪو آهي منهنجي روح ۾!!
ڪاش هوءَ مون سان ملي مون ۾ ايئن حل ٿي وڃي:
رات جيئن خود کي سمندر ۾ سمائي ٿي ڇڏي!
ڪاش هُوءَ مون سان ملي ٻيهر وري اُن موهہ سان،
جنهن سان هُن کي مون ڏنو پهريون دفعو هئو
ڪنهن گلابن جي نمائش ۾ ڪٿي!!
چڻ ڇڏيا مون پنهنجي حصي جا سيئي ڇاڻي گلابَ!
ڇا وري ٻيهر جوانيءَ ۾ نہ ڦُٽندو ڪوئي ٻُور؟
ڇا وري ٻيهر نہ ڦُٽندا آرزوءَ ۾ سي عذاب؟؟
روح جي خالي پني تي
عشق تو پائي پيو هڪڙي لڪير!
دردُ نُوري سال جو ڪو آهي منهنجي روح ۾!!

# اکر ـ پوري!

ٻارڙن جي راند ۾ گڏ ڊوڙندي
دور کان ڊوڙي ڊُکي ٿڪجي اچي،
نِم جي اُن ڇانوَ ۾ هٺاسين ڪِريا،
مَٽَ پاڻيءَ جي مان مون ڀريو هئو هڪڙو گلاس،
اڌ مون پيتو هئو ۽ اڌ هئو توکي ڏنو!
سهڪندي ۽ مُرڪندي
سو تو هئو پيتو تڏهن.
ڇا تہ هئي سا پارسائي مُرڪ جي!
مُرڪ جيڪا تنهنجي نيڻن ۾ سمائي
تنهن گهڙيءَ ڪنهن اولڙي جيان!
سرخوشيءَ جي آرسيءَ ۾ پيار جو
ها اُهو ئي ڦهريون ڦهريون عڪس هئو!!
پوءِ گڏجي تو ۽ مون
هڪ سڪي ساڻ ڪيڏي راند هئي.
تنهنجي قسمت ۾ هئو
هر وار ساڳو سو اياڳو
انگ وارو ئي اکر،
ياڳ منهنجي ۾ رڳو پوري هئي!

عشق جو هي فلسفو هو ايترو
جو تو سدائين هئو ڪٿيو،
۽ مون هارايو هيو هر وار تنهنجي پيار ڪي!
ايئن ٿيا هئاسين وڏا،
پاڻ هڪڙي ڳوٺ ۾-
نيٺ ڳوٺان شهر ڏي پنهنجو اچڻ،
ڪاليج جا پرچا ڏيڻ،
يونيورسٽيءَ ۾ پڄڻ،
گهڻ ملڻ ليڪن سدائين پيار ساڳئي سان ملڻ!
۽ ڪراچيءَ ڏي هلڻ،
پارڪن ۾ دير تائين گفتگو،
سمنڊ تي ناريل جو پاڻي پيئڻ!
مون وري ٻي اڌ پاڻيءَ جو هيو توکي ڏنو-
تو اُهو مُرڪي محبت سان وري پيتو هيو!!
چا تہ هئي سا پارسائي مُرڪ جي،
مُرڪ تنهنجيءَ ۾ جوانيءَ جو انوکو هئو خمار!
مُرڪ تنهنجيءَ ۾ خدائيءَ جو سمورو پرتوو!!
پوءِ الائي چا ٿيو،
وقت کو ڦيرو ڏنو،
موسمون مٽجي ويون،
۽ پڙهائي ٿي وئي پنهنجي ختم-
منهنجي نيٽن ۾ هيا سڀ خواب منهنجي ڳوٺ جا،

تنهنجي نيڻن ۾ هيون سڀ خواهشون
شهر جي رنگين بلبن ۾ بتين جون!
منهنجي خوابن جو ٻه پنهنجو دڳ هيو،
تو ڪراچيءَ جي وڏي هڪ مالدار
سيٺ پوڙهي ساڻ شادي هئي ڪئي!
جڻ جواني پنهنجي گروي تو رکي،
اُن بينڪ جي لاڪر اندر
جنهن ۾ رکيو دولت هئي!!
تو ڪيون پنهنجي تمنا جون سيئي راهون الڳ،
وقت جا ويچا الڳ، قسمتن جي هٿ جا ليکا الڳ،
خواهشن ۾ جسم تي ويا هئا الڳ،
پيار جا پاڇا الڳ،
درد جا رشتا الڳ،
۽ محبت جا سمورا اڻ ڪيل وعدا الڳ!
معصوم چاهت جا چيل جملا الڳ!!
اڄ انهيءَ قصي کي ڪي ئي سال ٿيا،
خواب نيڻن ۾ سپئي ٿي ويا دفن،
خواهشن جون موسمون منجي ويون،
زرد ٿي سڀ پن ڇڻي ويا درد جي راهن مٿي،
ڪو نه باقي هئي رهي ڪا آرزو!
اوچتو ئي اوچتو
ڪوڪلين، بي رنگ ۾

خالي هوائن جي شهر ڏي پنڌ پيس،
ٻارڙن جي خواهشن جي آسري،
سمنڊ جي ساڳئي ڪناري تيو وري توسان ملڻ:
تون اها ساڳئي نہ هئينءَ
سا ڪنوارپ، سو حسن، ساڳئي جواني،
تو خزابن، ميڪپن ۽ خوشبوئن سان
جڻ خريدڻ جي ڪئي ناڪام ڪوشش هئي پرين!
تنهنجو چهرو هئو لُٽيل، لُوساتيل، لويل، لُٻيل،
آرزوءَ جو جڻ تہ مُرجهايل گُلابُ!
مون وٽو ناريل جو پاڻي هيو،
اڌ پي توکي ڏنم،
تو نہ هئو پيتو اُهو،
۽ اُتي ٻارن پنيان،
تون وئينءَ پوءِ سمنڊ ڏي اڪيلي هلي
چو تہ هئي مون ساڻ منهنجي مُفلسي.
۽ پرين! تو وٽ گهٽو پئسو هيو!
چو تہ تنهنجي قسمتن ۾ انگ وارو هئو اڪر،
چو تہ منهنجي ڀاڳ ۾ پوري هئي!!

# چولي!

## نثري نظم

اي چولي!
ڇا تون!
سمنڊ جي
آوارگي آهين؟
ڇا تون!
چنڊَ کي
ڇُهڻ تي چاهين!؟
چنڊُ تہ آسمان ۾
بي فيض
صحرا جو ٽُڪرو آهي!!
جنهن ۾
سج جي پرڪاش جي
اُڌاري ڪشش کان سواءِ
ڪجھ بہ ناهي!
"اي دل!
ڇا تون چولي آهين!؟"

# غزل

حادثن جي هن شهر ۾ دير تائين،
چنڊُ بيٺو هئو پڌر ۾ دير تائين.

ڪير ڏيندو ساٿ ڪنهن سان دوستو!
زندگيءَ جي هن سفر ۾ دير تائين.

سانحن جو سمنڊ هئو هڪ سامهون،
مون ڏٺو واريءَ جي گهر ۾ دير تائين.

ڪير آ قاتل، مسيحا ڪير آ!
مون پئي ڳوليو حشر ۾ دير تائين.

آنءُ ئي بيٺو رهيو هئس دار تي!
تنهنجي نيٽن جي سحر ۾ دير تائين.

# غزل

هوا بي رنگ آهي ۽ چمن صحرا بڻيو آهي،
اسان جو من محبت جو وطن صحرا بڻيو آهي.

پرين مان ريت جي آڪاس تي ڏرتي پيو ڳوليان*
۽ منهنجي آس جو سارو گگن صحرا بڻيو آهي.

تنل دل جو مُقدر نيٺ ڳولا ئي وڃي بچيو،
اسان جي آس جو اُجرو ڪفن صحرا بڻيو آهي.

اوهان جي آرزو آهي مڪان کان لامڪان تائين،
اسان جي ذات جو سارو زَمَن صحرا بڻيو آهي.**

اڪيلو گُل هيو جيڪو ڇڻي ويو نيٺ ٻوٽي مان،
هوا ساڳئي رهي ناهي، صحن صحرا بڻيو آهي.

*اها سٽ هريش واسواڻيءَ جي سفرنامي جي عنوان کان متاثر ٿي لکيل آهي.
** زَمَن: وقت يا زمانو

# غزل

هُن هنيون پهريون نظر کي ڪاٽ آ،
پوءِ پيو دل جي مندر کي ڪاٽ آ.

ڪير ويو هُن کي ڪٽي پرديس ڏي،
ڄڻ لڳو ساري شهر کي ڪاٽ آ.

لاش وٽ هڪڙو قديمي خواب هئو،
تنهن ڪري تازي قبر کي ڪاٽ آ.

هي تراشيل سپ اجنتا جون پريون،
خوبصورت ڄڻ پٿر کي ڪاٽ آ.

اينجلو جي آگرين کي چا چوان!
سنگِ گر جو سنگِ گر کي ڪاٽ آ.

چنڊ آهي، لاش آ يا ڪير آ،
چانڊنيءَ ۾ ڄڻ ته جر کي ڪاٽ آ.

# غزل

زمين هيٺ هئي ۽ مٿي ستارا ها،
پري پري کان سيئي چمڪندڙ سهارا ها.

ڏٺوسين وقت کي ۽ وقت جي نگاهن کي،
عجيب سمنڊ هئو، درد هئو، ڪنارا ها.

نچيو پئي موت رڳو نانگ جو بدن اوڍي،
نہ ڪوئي مٽ هئو، موکي نہ ئي مٽارا ها.

هوا ۾ شور هئو، پن سيسرانٽيون ها،
اُداس شهر هئو ۽ قتل نظارا ها.

اسان کي نيڻ ها پنهنجا ۽ خواب پڻ پنهنجا،
اسان کي لُڙڪ ها پنهنجا نہ کي اُڏارا ها.

# غزل

چڻ تہ جيئري ئي قبر ۾ تو رهي،
آدمي جيڪو شهر ۾ تو رهي.

حسرتون جنهن جون نہ ٿيون پوريون ٿين،
وقت جي نيلام - گهر ۾ تو رهي.

جنهن بہ ماڻهوءَ کي ملن ٿيون شهرتون،
اوپرو پنهنجي اندر ۾ تو رهي.

رات جي جيڪو ڪري ٿو نوڪري،
سو تہ چڻ اوندهہ جي پر ۾ تو رهي.

خوف ڇهرن کي لتاڙي ٿو پيو،
چڻ خدا واقعي پٿر ۾ تو رهي.

# غزل

تون جي ايندينءَ تہ خاص ٿي ويندين،
سڀ گھٽيون واس واس ٿي ويندين.

تون جي نڪتينءَ وھنجي پاڻيءَ مان،
موسمون بي لباس ٿي ويندين.

مُرڪ تنھنجي ٿُٽي جي ھڪ پيرو،
ڪائناتون اُداس ٿي ويندين.

يادگيريون جي دل ۾ رھجي ويون،
دل جو حصو ٿي، ماس ٿي ويندين.

تو سوا پنھنجون راتڙيون سڄني!
چڻ تہ خالي گلاس ٿي ويندين.

# روح جي گهري اُداسي!

درد جا سڀ گيت
چاهت ۾ وڇوڙي جا نوان سرگم،
هوا ۾ ڇير جا گهنگهرو!
محبت جا ڪئي عنوان،
دردن جون انوکيون وارتائون!
ناچ -گهر جون عورتون،
ووڊڪا جون بوتلون،
۽ چار سگريٽن سندي!
تون هزارين مصورن جي ڪئنواسن تان ڪري،
سنگتراشن جي ٻه ڇيٽيءَ مان ڇڏائي آن وئي!
ڪنهن اڌوري نظم جي تون اُج جهڙي ڇوڪري!
تنهنجي نيڻن کي ڏِسي
بي سبب سارا ستارا،
آسمانن مان ڪِري پرزا ٿين!
چنڊ تنهنجي آرزوءَ ۾ ته ڏِسي پيو دور دور،
۽ هرڻ هي اُج تي
هن رُج مان مايوس ٿي ناهي سگهيو!
روح جي گهري اداسيءَ کي اُڪارڻ واسطي،
درد جي صحرا منجهان پنهنجو سفر پيو ٿو ڪري!

هيءَ فطرت! حُسن ساڻ
جڻ پکين جي پالنا پئي ٿي ڪري،
۽ وڻن جي شاخ وانگر ٻُورجي
هي هوا مان حامله ٿي ٿا وڃن!
ياد تنهنجيءَ جا هزارين قافلا ٿي ٿا وڃن،
جيڪي مون سان دل جي صحرا ۾ رهن ٿا همسفر!
جيڪي مون سان دل جي صحرا ۾ رهن ٿا همسفر!!

# اڄ گلاس خالي آ!

مدّ جيئن آهي هُوءَ
جڻ تہ سڀ حواسن تي!
رات جي اُداسيءَ ۾
اڄ گلاس خالي آ!

ڏنڊ جي ٻئي پاسي،
آسمان کان اڳتي-
آبشار وهندا هن!
عشق جي پهاڙيءَ تان
روز برف ڳرندي آ!
درد جو آ ڪوهيڙو
آسمان ساري ۾،
اڄ گلاس خالي آ!

وقت کي تہ روڪڻ لئہ
وار هن وچايا هن،
سنج سون جهڙا ۽
ساٿ ٻيا سڻايا هن،

ڏُن ۾ هرڻ جو جڻ
مُشڪ هن مليو آهي-
واس آهي واريءَ ۾،
اڄ گلاس خالي آ!

جڻ تہ بي قراريءَ ۾
اڄ گلاس خالي آ!

# سنگسار نگاهون!

دردن جي سفيني کي هوائن نہ بچايو،
محبُوب نگاهن ۾ زهر ايڏو پريل هو،
دل هاڻ ڦٽن کي تہ چِٽڻ ئي نہ ڏئي ٿي،
مُرڪن جي ادائن ۾ قهر ايڏو پريل هو.

مدهوش نگاهُن کان نہ ٿيا هوش سنڀاليا،
مومل کڏهن سومل تہ کي ناتر جون نگاهون،
اونداهہ کان اڳتي بہ ڪا تصوير جڙي ٿي،
انسان جي دل ۾ آهن قاتل کي ادائون.

باغين جي قبيلي مان هوائون ٿيون اچن چڻ
هر روز ٿين دار تي انڪار جا سجدا،
هر وقت خدا کي مون ڏٺو يار جي در تي،
ڪنهن پي نہ ڏٺا مون هي گُنهگار جا سجدا.

معصوم ادائون هون انهيءَ يار جون قاتل،
پوءِ پي ٿيون رهن تنهن جون طلبگار نگاهون،
سجدن جي اِهي شوق سان آيون هون گهٽيءَ ۾،
ٿيون پوءِ بہ سرِعام هي سنگسار نگاهون.

# رات جي پيٽ ۾!

نثري نظم

هُوءَ عورت ڪچي آباديءَ جي،
خستا حال جهوپڙيءَ ۾ مري چُڪي آهي!
رات ڪان پوءِ
هُن ڪي ڪا بہ خواهش ناهي رهي!
سماج جون خواهشون
صبح ٿيندي ئي اُٿنديون آهن،
هُن جا هٿ ۽ پير، اڪيون ۽ جسم،
۽ جسم ۾ رهيل رت ست ميڙي،
هڪ لاش کي گهر گهر جو ڪم
ڪرائينديون آهن!
ٿانوَ ڌورائينديون آهن،
ٻُهارو ڏيارينديون آهن،
پوچو هٽائينديون آهن،
ڪپڙا ڌُئارينديون آهن،
رات جي پيٽ ۾ ٿيل ان حادثي کي
ڪنهن بہ مجبور محبت جو
نانءُ ڏئي سگهجي ٿو!!

# شهر جا وڳوڙ!

نثري نظم

منهنجو ننڍڙو پُٽ
پنهنجي اسڪول مان
جرمينيشن جو جار کڻي
اسان کي ڏيکارڻ آيو هئو!
ان رات کان
شهر ۾ وڳوڙ شروع ٿي ويا،
۽ ٽن ڏينهن تائين
هُو اسڪول نہ وڃي سگهيو!
هُن جو جرمينيشن وارو پلان
پورو نہ ٿي سگهيو
۽ جار ۾
اڌ ڦُٽل ڪچڙو ٻوٽو سُڪي ويو!!
هُو ڏاڍو مايوس ٿيو،
ان واقعي کي گهڻو وقت گذري چُڪو آهي،
مگر هاڻي جڏهن بہ
شهر ۾ وڳوڙ ٿيندا آهن،
تہ هُو مايوس ٿي ويندو آهي!!

۽ پُڇڻ تي
بي حد معصوميت سان چوندو آهي:
"بابا! شهر ۾ وڳوڙ ڇو ٿا ٿين؟
گُلن جي جرمينيشن ئي ڪو نه ٿي ٿئي!"
۽ مون وٽ
ڪيس ڏيڻ لاءِ
ڪو به جواب ناهي!!

# غزل

بدن بادل، بدن بوندون، بدن برسات جهڙو آ،
بدن ڪنواري ڪليءَ وانگر بٽيو اڌ رات جهڙو آ.

بدن ۾ گهُگهه اونداهيون، بدن ۾ لنگهه ۽ لاهيون،
بدن ۾ راز ڪي آهن، بدن چڻ رات جهڙو آ.

بدن ۾ سرمدي آهي، بدن ۾ چڻ اپيچند آ،
بدن ۾ رقص، سرمستي، خدا جي ذات جهڙو آ.

وکن ۾ وهڪرا آهن، سمندر سپ لتاڙي ٿو،
لڳي ٿي باهه پاٽيءَ ڪي، انوکي ڏات جهڙو آ.

بدن ادراڪ ٿو ماڻي، جڏهن هي خاڪ ٿو چاٽي،
پڳو آ جيت جي ويجهو جڏهن هي مات جهڙو آ.

# غزل

حسينا سرد ساحل تي هوا جا رُخ موڙي ٿي،
اکين جي هُو سمندر ۾ ڪئي ٻيڙن کي ٻوڙي ٿي.

اوهان لئہ ساوڻيءَ ڏوتي نرالي شام واهڻ جي،
جواني پينگهہ ۾ جهُولي وڻن جا ڏار ٽوڙي ٿي.

هوا تي بي خودي آهي، هٽي ٿو وقت واچوڙا،
لهي ٿي رات رستن تي، جڏهن هو وار ڇوڙي ٿي.

وجي ٿي دائمي ڪائي اُداسي دور ٿي دل تان،
هو پنهنجي چاھہ جا خيما اسان جي دل تي کوڙي ٿي.

هٺيلي ڇوڪري آهي پهاڙن کان پڪي ڏاڍي،
هوا کان تيز آهي ۽ اکين ۾ سمنڊ لوڙهي ٿي.

# غزل

پارن واري هيرَ وجائي ويناسين،
چڻ تہ خوشين جا ڍير وجائي ويناسين.

طوفانن ۾ پنکي پنکي عمر سجي،
واچوڙن ۾ پير وجائي ويناسين.

وقتَ! وري هُوءَ بي رحميءَ سان ياد آئي،
کنهن بہ نہ ڄاتو ڪيرَ وجائي ويناسين.

چنڊ ۾ هن جو چهرو چمڪيو هو پل لاءِ،
پاڻ سمورا سير وجائي ويناسين.

محفل مان هڪ ماڻهو ئي تہ هيو مُرڪيو،
ڇا لئہ پنهنجي چير وجائي ويناسين!

هُن جي پاڪر ۾ هئي جادُوءَ جي دنيا،
پاڻ سمورا ويرَ وجائي ويناسين.

# وائي

لفظ تنهنجا مصنوعي،
درد ڪاغذي تنهنجا!
تنهنجي شاعريءَ سان ڪا،
ناهي يار! يڪسُوئي،
لفظ تنهنجا مصنوعي،
درد ڪاغذي تنهنجا!
ڪينَ تون ڪري سگهندين،
ديس ساڻ دلجُوئي،
لفظ تنهنجا مصنوعي،
درد ڪاغذي تنهنجا!
ٿي وڏڻ نہ ڏئي توکي!
تنهنجي دل سندي دُوئي،
لفظ تنهنجا مصنوعي،
درد ڪاغذي تنهنجا!
درد ڪاغذي تنهنجا!

# پکي فطرت پئي پالي!

پکي فطرت پئي پالي،
هوائن جي زنجيرُن ۾،
حياتي موت جي پڃري اندر
اُڏري رَهي آهي!
ڏُکن جا دائرا پنهنجا،
پکين کي هن خدا پنهنجا،
وڻن جا ڇانورا پنهنجا!
سُکن جون سرحدون پنهنجون،
اُنهن جي دل جي صحرا جون
ٻه ڄڻ آهن حدون پنهنجون!
وڻن ۾ ويڪرا رستا،
گهڻو اڳتي وڃن ٿا پيا!
صفا محدُود هوندي پڻ
ڪُشادا تن جا آکيرا!
محبت جي سفيرن کي
هوا ۾ خوف هوندي پيِ،
ترانا پيار جا سپ ياد هوندا هن!
فسانا پيار جا سپ ياد هوندا هن!!

مگر فطرت شڪاريءَ جي
نگاهن کي نہ تي ماپي!
ازل جي انتهائن جي
ادائن کي نہ تي ماپي!
حياتي موت جي پڃري اندر
اُڏري رهي آهي!

# غزل

تنهنجي سامهون مئڪشي ممڪن نہ هي،
لفظ، ڪاڳر، شاعري ممڪن نہ هي.

اڳتي هُن جي گهر طرف رستو نہ هو،
۽ اسان جي واپسي ممڪن نہ هي.

برف جو پئي شهر ناهين، اُس ۾،
ديس اُن جي رهبري ممڪن نہ هي.

تون جو آئين، تي ويو هت سوجهرو،
رات هئي نہ تہ روشني ممڪن نہ هي.

پاڻ آوارا رهياسين عمر ڀر،
عشق! ايڏي بي وسي ممڪن نہ هي.

# غزل

ڪٽي ٿو هُو نظر، دل هي پُڄي ٿي دار جي آڏو،
ڪري ٿو موت آساني اڪين جي آر جي آڏو.

حُسن سان حادثي ڪان پوءِ اسان سنسار ٺُڪرائي،
صفا سنسان دل پنهنجي رکئون ٿا يار جي آڏو.

جهُڙن ۾ جهوپڙيون آهن، امبر ۾ چڻ تہ صحرا آ،
هوا جو رنگ ٻيو آهي، سچي فنڪار جي آڏو.

آهي تخليق ۽ خالق جي وچ تي رابطو ڪهڙو!
رهي ٿو روح گردش ۾ انهيءَ اسرار جي آڏو.

جهُڪائي ڪنڌ بيٺاسين ازل ڪان آدميءَ اڳيان،
انهيءَ ۾ سونهن ڪا ٻي آ سچي ڪردار جي آڏو.

# هر ديس کي ٿي دل ڪپي!

هر ديس کي پنهنجي زمينَ ۽ ڪپي ٿو آسمان!
هر ديس کي ٿي جڻ ڪپي تهذيب ۽ پنهنجو نشان!
هر ديس کي هڪڙي گهٽي،
۽ ٿيون ڪپن ان جي عبادت لئہ اڪيون!
هر ديس کي آزاد پنهنجي آسمان تي
ٿي پکيئڙن جي ڪپي هڪڙي قطار!
هر ديس کي پنهنجي ندي
هر ديس کي پنهنجا ڪنارا ٿا ڪپن!
هر ديس کي پنهنجو نئون نقشو ڪپي،
پنهنجا نظارا ٿا ڪپن!
هر ديس کي نغمو ڪپي
جنهن سان اُٿي دلہ۔ل منجهان ڪائي پُڪار!
هر ديس کي هڪ آرزو،
هر ديس کي ٿي دل ڪپي،
هر ديس کي گهرجي نئون محبُوب ٿو،
عاشقي جنهن ساڻ ويهي هُو ڪري
جنهن جو ڪري هو انتظار!
جڻ ديس ماڻهو ٿو ٿئي،
هر ديس کي ہئي ديس لئہ دل ۾ محبت جي پُڪار!!

# وائي

كيڏي خاموشي،
خالي گهر ۾ تي رهي!
ڪو بہ نہ پاڇو، آدمي،
ڪا بہ نہ سرگوشي،
ڪيڏي خاموشي،
خالي گهر ۾ تي رهي!
يادن جا ڪي ڪيپ ۽
مون سان مدهوشي،
ڪيڏي خاموشي،
خالي گهر ۾ تي رهي!
ڳڙڪي خالي جام تو،
۽ ٻي مئنوشي،
ڪيڏي خاموشي،
خالي گهر ۾ تي رهي!
خالي گهر ۾ تي رهي!

# اڪيلي ڳوٺ جي ڇوري!

اڪيلي ڳوٺ جي ڇوري
اُجاري اُڃ خاليءَ تي،
گهٽائن کي گهڙي تي پئي!

پلائي بي ڏيانيءَ سان،
سجڻ جي بي وفائيءَ کي،
پلي جڻ برت ۾ اڄ هوءَ
محبت کي پري تي پئي
گهٽائن کي گهڙي تي پئي!

صفا اڻ پڙهه آهي ڪوري،
مگر ڪنهن ذات سان پوري،
سموري ڳوٺ جا ڇهرا،
ڏسي پل ۾ پڙهي تي پئي-
گهٽائن کي گهڙي تي پئي!

نہ ڪو سُرخي، مُساڳ آهي،
انهيءَ جو ڪهڙو ڀاڳ آهي!
سمورا وهم ويسُوڙا،
تصور مان تڙي تي پئي-
گهٽائن کي گهڙي تي پئي!

چپن کي چاهہ سان چوري،
وَنديءَ تي پيار واهڻ ۾،
مگر محبُوب جي ماريل،
ڪَکن ۾ هُوءَ ڪڙهي تي پئي.
گهٽائن کي گهڙي تي پئي!

# غربت!

نثري نظم

منهنجو پيءُ
مزدورن جي عالمي ڏينهن تي
مل ۾ گذاري ويو!
غربت منهنجي ڀيڻ آهي،
جنهن کي سدائين
ڪنوارو ئي رهڻو آهي!
مون محبت جي نالي ۾
هڪ ٽڏو ساھ ڪنيو هيو،
۽ هُن جو چهرو
مون لاءِ ايئن هيو
جيئن يتيم خاني مان
اوچتو ڪو
وڏو ٺهڪ ڀُڏجي!!

# اڻپورو مُجسمو!

نثري نظم

هِن
آتشِ نمرود جهڙي
دور ۾!
شيطان کي
وضو ڪرائيندڙ
هٿن سان،
تو خدا جو اڻپورو مجسمو
ڇو تخليق ڪيو!؟

# غزل

ساڳيو تن جو تاءُ اسان کي ڏي جانان،
آءُ وري کو گهاءُ اسان کي ڏي جانان.

آءُ وري کا شام گُذاريون سنڌوءَ تي!
لهرن منجهه لڳاءُ اسان کي ڏي جانان.

ڪاغذ جي ٻيڙيءَ کي تاري لهرُن تي،
ساگر جو سوداءُ اسان کي ڏي جانان.

آءُ وري کي ٿهڪ ڪِلي ڏي مڪليءَ تي،
ورهين جو ورجاءُ اسان کي ڏي جانان.

ٻيهر ڪوئي پاپ ڪيون ٿا پيار اندر،
ٻيهر کو پڇتاءُ اسان کي ڏي جانان.

# غزل

بند توڙي نقاب جهڙي آ،
پوءِ بہ ڪليل ڪتاب جهڙي آ.

هُن جي پر ۾ آ زهر ڪندي جو،
۽ هُو ڳاڙهي گُلاب جهڙي آ.

سُرڪ هڪڙيءَ ۾ پيئجي هُن ڪي،
هُوءَ سراپا ثواب جهڙي آ.

ساري دنيا ۾ بي يقيني آ!
هر حقيقت خواب جهڙي آ.

زندگي هاڻ دوستو پنهنجي،
جڻ تہ سستي شراب جهڙي آ.

# پهاڙن سان سرديءَ جي موسم ۾ ملجي!

پهاڙن سان سرديءَ جي موسم ۾ ملجي،
جوانيءَ جي ٿهڪن تي ميوا پچن ٿا،
پهاڙي نگاهن مان چشما وهن ٿا۔
هوائن تي نغمن جو الزام آهي۔
جواني پکين جي عبادت لڳي ٿي!
محبت جي موسم جو مذهب ئي ناهي،
بدن کي جلائي ٿي بي رحم بارش،
پهاڙن جي ڇاتين ۾ لائو لهي ٿو!
جوانيءَ کي جرڳا نہ روڪي سگهن ٿا!!
قبيلن جي رسمن جون ڏڇيون اُڏائي،
پهاڙن تي پاري ۾ ڪافر حسينا۔
جي نيڻن سان پٿر بہ عُريان ٿين ٿا!
پهاڙن کي ڇاتيءَ مان ڪوري ڪڍيو ويو،
۽ غارُن ۾ نظرون کي گهريون لهي ويون،
وٽن کي انگن مان لڳي باهہ وئي آ!
پهاڙن سان سرديءَ جي موسم ۾ ملجي!!

# هوتل پَري (ڏُهري)*

دل ۾ ڦُٽي هڪ آرزو،
دل تي وئي پوءِ باوضو،
ڇڻ باهه تي آئي وري،
هوتل پَري!

خوشبوءِ ٻٽي هڪ هڪ گهڻي،
جنهن جنهن منجهان هئي هُو مَڻي،
جا مون چڪاسر تي ڏٺي،
سا وڄ وانگر هئي وُٺي،
جنهن تي ڪري، سو ويو مري،
هوتل پَري!

مون ڪي پيو جڪرو ڪپي،
۽ پاڻ ڪان وترو ڪپي،
آئون اُڍو ڪيهر اُهو،
جو ڪالهه هئو توکي مليو،
اڄ پڻ نٽي ۾ تو گهمان،
دل تي چوي توکي ڇُمان!
هن سمنڊ ساري کي تري،
هوتل پَري!

*هوتل پَري ۽ اُڍي ڪيهر جي لوڪ داستان تي آڌارڪ

# ڳوٺ جو چنڊ

اسان جي ڳوٺ ۾ ڪڏهين
وڻن جي سانت ڪي اوڍي،
پکي ڳڏجي پنن ۾ پيار سان ڀڪجي
سڄوئي ڏينهن لوندا ها-
لڳي ٿو وڻ آهن خالي،
نہ آهي ڪو بہ آکيرو،
پکي سيئي مري ويا هن!!
هوائون هي ٻُسيون آهن،
نہ ڪا ٻولي رهي آهي!!

اهو اوطاق جو چبرو
نہ جنهن کي در هوندو هو،
محبت جو اُهو مرڪز
وفا جو گهر هوندو هو!
اُهو اوطاق جو چبرو
ڊهي برباد ٿي ويو آ!
پريان هڪڙي گهٽي آهي،
مگر هاڻي نہ ٿي ڏسجي،
جتي بس چوڏهينءَ جو چنڊ هوندو هو،

حسن جو پرتوو جيڪو
محبت جو انوکو منڍُ هُوندو هو!
اسان جي ڳوٺ تي
سو چنڊ هاڻي ڪو نہ تو ايري!

امڙ جي چڻ اکين جهڙا،
ستارا پِي اُهي ناهن-
اکيون.........
ها سي اکيون
جيڪي سدائين لُڙڪ سان ڌوتل،
صفا اُجڙيل!
مگر هاڻي ستارا سي رهيا ناهن،
جتان سي نيڻ گهوريندا هيا مون ڏي!

گهٽيءَ جي موڙ تي منهنجي
محبت اڄ بہ بيٺي آ!
مگر ساڳي گهٽي ناهي!!
جتي پهريون دفعو هن سان
شرارت جي عمر کان
چڻ تہ مان اڳتي ٽپي ويو هئس!!
اُهو لوڙهو بہ ڪو نہ آهي،
ڪچا گهر سي
صفا دل جي پٿر جيان سخت ٿي ويا هن!!
گهٽي ساڳي رهي ناهي!

اچانڪ ڪوئي پي ڪنهن سان
نہ ٿو هاٿي ملي اُن ۾!

مگر ڪچي وَهيءَ جا سي
زمانا ياد آهن سپ!
(حقيقت ياد ئي ناهي،
فسانہ ياد آهن سپ!)
الائي چنڊ جو چهرو
اُها سجني ڪٿي آهي!
پڪي گهر ۾
انهيءَ جا چلولا سي ٺهڪ هاٿي بند ٿي ويا هن-

اڙي درياهہ!
منهنجي چاهہَ جي سهٽي ڪٿي آهي؟؟
پَليءَ جي پوک پڻ ساري پڪي آهي،
وري اڄ مُند تي ٻيرين ۾ ساڳيا ٻير ٿيا آهن!
سَرنهن ڦولار آ ساڳي!!
پڪي گهر ۾ ڪچي چاهت،
سچو رشتو بہ شايد واڙجي ويو آ،
لڳي ٿو چنڊ هاٿي ڳوٺ جو ڪٽ مارجي ويو آ!
لڳي ٿو چنڊ هاٿي ڳوٺ جو ڪٽ مارجي ويو آ!

# وسين ٿي مينهن جيان مون تي!

جڏ ن بيهي بدن تي تون!
وسين ٿي مينهن جيان مون تي،
حُسن تو هارجي تو مان-
تڏهن هن ميرڙي من جا
ڪنارا ڪٽ لاهن ٿا!
جوانيءَ جو جبل ڏوپي
اڇو اجرو ٿئي ٿو ۽
اسان جي پورڙي من ۾
نچي ٿو مور ڇڻ ڪوئي!
هوا ۾ هوڏ، ارڏايون،
ڪنوڻ آرس پيچي تي ڇڻ!

سنهيءَ ان چيلهه تنهنجيءَ ۾
پوي ٿو ٻانهن جو ياڪر،
صفا ٻي چين ٿئي ٿي دل.
ڪرائي ڪنهن تراشي آ!
سرائيءَ جيان سنهيون ٻانهون
ڇَڪن چوڙيون ڇڏيون ٽوڙي!

سنڌوري نيڻ اوجاڳيل
خدائي معجزو آهن!
نديءَ جي ڇڙ ڪناري تي
ڪنديءَ جي ڪاٺ جيان جلندي،
اسان ۾ باھ جا شعلا
نديءَ ۾ ڇيڳريون ڇوليون!

جواني رات جي پوئين
پهر جي پيار جهڙي آ!
سڪيءَ جي سادگيءَ واري
سچي سينگار جهڙي آ!!

# جنهن رات ۾ سقراط هيو زهر ڪي پيتو!

مون ڪي جي تون مارين تہ پلي مار اچي پر،
نظمن ڪي تون گوليءَ سان اُڏائين تہ مڃان مان،
ٿو منهنجو لهو دار تي انڪار لکي پيو،
جي خون ڪي هوليءَ ۾ لڪائين تہ مڃان مان.

گوليءَ ۾ ڦُٽي گَئونچ پيا پوءِ تہ مڃيندين!
مون لاءِ اُٿي ايندئون شهيدن جون قطارون،
هونءَ پي تہ اچي روز پيو موت هي در تي،
پر پوءِ تہ لهي پونديون سيئي مون تان ميارون!

مان موت سان ملندس وڃي موهن جي دڙي ۾،
ان پنهنجي قبيلي جون اٿم اڄ بہ سنيارون،
مان خاڪ سان ملندس تڏهن بہ خاڪ نہ ٿيندس،
مون لاءِ سڄو ڏيهہ ٿي پوندو هي پُڪارون.

منهنجي تہ نظم ڪي ڪا روايت آ صدين جي،
گوليءَ سان امن جا تون پرندا ٿو اُتارين!
فرعون جي فرقي جو تون ساٿيو ئي فرد آن!
موسيٰ جي قبيلي جا تون منصور ٿو مارين!

جنهن رات ۾ سقراط هيو زهر کي پيتو،
اُن رات ۾ ڪو چنڊ ڪڙي ڪين سگهيو آ!
اُن رات سندو پاپ مِٽيو ئي نہ دنيا مان،
سو گهاءُ اجا تائين مِڙي ڪين سگهيو آ!

# شهر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!

اِهي ڪيمپس جون ديوارون صفا پٿر جيان آهن،
هوائون سخت لهجن جي تکي خنجر جيان آهن،
سفر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!
شهر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!

وٽن ڪان حُسن وسري ويو، هوائون بي وڙيون آهن،
ٽُٽل ڇڻ يادگيرين جون ٽُٽل ساريون ڪڙيون آهن،
اندر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!
شهر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!

اجا اَت پيار جي جوڙن لکي ڪي خط پڙهيا هوندا،
مُنڌُن تي مينهن پيو هوندو تہ ڳوڙها ڀي ڳڙيا هوندا،
قهر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!
شهر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!

سَڏي ئي ڪين ٿي اڄ ڪونج جيان ڪرڪي اُجاري ڪا،
ڪُهي ئي ڪين ٿي ڪنهن جي نگاهُن جي ڪَٽاري ڪا،
ولر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!
شهر هي ڄامشوري جو ٻہ ٽي ويو اوپرو آهي!

منډر جي مورتيءَ جهڙو، هي ڪعبي جي گهنٽيءَ جهڙو،
مٿي مقدس ڪتابن ڪان، اِهو منهنجي سڪيءَ جهڙو،
پٽر هي ڄامشوري جو بہ ٿي ويو اوپرو آهي!
شهر هي ڄامشوري جو بہ ٿي ويو اوپرو آهي!

ڏکهي رستي مٿان ٽولين ۾ ڪوئي تاءُ ئي ناهي،
گهٽين ۾ ٿيون اڪيون گڏجن مگر ڪو گهاءُ ئي ناهي،
خنجر هي ڄامشوري جو بہ ٿي ويو اوپرو آهي!
شهر هي ڄامشوري جو بہ ٿي ويو اوپرو آهي!

نہ سي ٽوليون، نہ سي چوڙيون، نہ سي وعدا، وچن آهن،
وطن آهي مگر رحمت! هي عاشق بي وطن آهن،
سحر هي ڄامشوري جو بہ ٿي ويو اوپرو آهي!
شهر هي ڄامشوري جو بہ ٿي ويو اوپرو آهي!

# مصر

اي نجيب!*
تون ڪتي محفوظ! آهين اڄ رهيو!!
قاهرا جي قهويٰ خاني ۾ لڪيل
تنهنجي ڇڻ سارين ڪهاڻين کي ملي آ
موت جي فتويٰ مصر جي مُلڪ ۾!
تخت مرسيءَ** جو ڍهي ويو آهه هڪڙيءَ رات ۾،
مصر جي ماڻهن سان جنهن جو عشق هو!
مصر جيڪو آهه هر مجنوءَ جي ليليٰ جو وطن!!
مصر جيڪو روح پنهنجي ۾ سراپا رقص آ،
نيل جو درياهہُ تو جنهن ۾ وهي-
(ڪيتريون ان ۾ حسينائون ڪنواريون ٿيون رهن.)
۽ قديمي عشق جا احرام جاتي تا ملن!
مصر جنهن جي حُسن جي بازار ۾
نُور پيغمبر جو وڪجي تو وجي!
مصر جيڪو آهہ يوسف جي اسيريءَ جو انوکو داستان!!
مصر جيڪو حسن جي تاريخ جو آ معجزو!!!
اڄ وري ان ملڪ ۾
موت جي فتويٰ جي موسم آ لڳي!

هي سمورا مولوي فتويٰ فروش
اڄ ڍڪي انصاف جو ڪارو لباس-
مصر جي ٽا حُسن تي
هي جام لهرائڻ جي پابندي وجهن!!
وقت جي جرنيل جابر کي اها ناهي خبر
فطرتن کي پڻ آهي پنهنجو اصول-
حُسن ۽ خوشبوءِ تي پابندي ڪڏهن لڳندي نہ آ!
تخت مرسيءَ جو جڏهن ٻيهر ڪندو پنهنجو نزُول،
قاهرا جي قهويٰ خاني ۾ وري لکندو نجيب
عشق جو هڪڙو انوکو داستان!
عشق جو هڪڙو انوکو داستان!!

*نجيب: نجيب محفوظ، مصر جو نوبل انعام يافتہ اديب
**مرسي: محمد مرسي مصر جو پهريون چونڊيل صدر،
جنهن جو جنرل عبدالفتاح السيسيءَ تختو اونڌو ڪيو هو.

# غزل

چو ڪنارن ڏي پيون ڪاهن اڪيون،
ڇا پيون ڄاڃن پيون ڇاهن اکيون؟

يا تہ منهنجا خواب ڪن آزاد سپ،
يا انهن کي ڇئو تہ هي ڏاهن اکيون.

سو وجي تو پوءِ زمانن کان ٿپي،
آدميءَ وٽ جيڪڏهن آهن اکيون.

ڇاهہ ڪنهن جي ۾ اُهي ڦاسي پيون،
روز ديوارُن سان ٽيون دانهِن اکيون.

روشني ڪيڏي آهي ڏيڪاءَ لاءِ،
پر ڏسڻ لئہ شهر وٽ ناهن اکيون.

# غزل

هُن هنيون پهريون نظر ڪي ڪاٽ آ،
پوءِ پيو دل جي مندر ڪي ڪاٽ آ.

ڪير ويو هُن ڪي ڪٽي پرديس ڏي،
ڇڻ لڳو ساري شهر ڪي ڪاٽ آ.

لاش وٽ هڪڙو قديمي خواب هئو،
تنهن ڪري تازي قبر ڪي ڪاٽ آ.

هي تراشيل سڀ اجنتا جون پريون،
خوبصورت ڇڻ پٿر ڪي ڪاٽ آ.

اينجلو جي آگرين ڪي ڇا چوان!
سنگِ گر جو سنگِ گر ڪي ڪاٽ آ.

چنڊ آهي، لاش آ يا ڪير آ،
چانڊنيءَ ۾ ڇڻ تہ جر ڪي ڪاٽ آ.

# غزل

زمين هيٺ هئي ۽ مٿي ستارا ها،
پري پري ڪان سيئي چمڪندڙ سهارا ها.

ڏٺوسين وقت کي ۽ وقت جي نگاهن کي،
عجيب سمنڊ هئو، درد هئو، ڪنارا ها.

نچيو پئي موت رڳو نانگ جو بدن اوڊي،
نہ ڪوئي مٽ هئو، موکي نہ ئي مٽارا ها.

هوا ۾ شور هئو، پن سيسراٽيون ها،
اُداس شهر هئو ۽ قتل نظارا ها.

اسان کي نيڻ ها پنهنجا ۽ خواب پڻ پنهنجا،
اسان کي لُڙڪ ها پنهنجا نہ ڪي اُڌارا ها.

# ڇهه سٽا

اوچتو جي تون ملين ٿي،
هر زماني جي حقيقت،
ڪُوڙ بڻجي ٿي وڃي-
مُرڪندي مون ڏي ڏسين ٿي،
شاعري تنهنجي گهڻيءَ جي،
ڏوڙ بڻجي ٿي وڃي!

اُجاري بنسريءَ تي هُن،
وڄايو لوڪ گيت آهي،
لڳي تو ڌُن ڍاڻي آ!
سڪي! تون چئوطرف آهين،
تڏو بئراج جو پاڻي،
نمن جي ڇانوَ گهاٽي آ!

حياتي بيضوي آهي،
هوا ۾ ڪڪ اُڏرن ٿا،
جواني جهڪ وانگر آ.
محبت مينهن جهڙي آ،
اوهان جو واعدو سائين!
ملڻ جي پڪ وانگر آ.

اُداس واديون سفر اٿاوا،
وڏن وٽن جو وقار پنهنجو.
بدن بدن جي الڳ آ بيهڪ،
اکين، چپن جو نکار پنهنجو.
ڪچن دڳن سان وطن اسان جو،
ڪچي ٿو ماڻهو معيار پنهنجو.

شهر جون شامون وڏيون، پاڇا ڊگها،
ننڊ جا ڏاڳا پکين جي پير ۾،
درد جا ليڪا، لڪيرون خواب جون،
ڪا اُداسي رات وانگر ٿي لهي.
آ جواني وياج تي گروي رکيل،
گهر وانگر روز ڳرندا ٿا رهون.

اسان کي عشق-ارڏايون،
اکين جو هر اکر وڪجي،
سزا محبوب سوچي جي
سکن جو پوءِ سکر وڪجي،
بکر جي روز بازر ۾
وفا جو ٿو وکر وڪجي.

# سِلو پوائزن ۾ تيل محبت!

أٿاھ محبت جي باوجود
تون مون سان ملي نہ ٿي سگھين،
۽ مان خوف جي چادر ۾
توسان محبت جو اظهار
ڪري نہ ٿو سگھان!
تنهنجو حُسن مون کي
سِلو پوائزن ۾ تيل محبت جھڙو
سياويڪ لڳندو آهي-
مان موت کي توسان ملڻ ڪان ويجھو
محسوس ڪري رهيو آهيان-
۽ منهنجي شهر جو اهو الميو آهي تہ
ڦاهين جي موسم ۾
ڏڙ پنهنجون منڊيون ڳولي رهيا آهن!!

# پوڙهو وڻ!

پوڙهي وڻ جا پن بہ پوڙها،
پوڙهي وڻ جي پاڙ بہ پوڙهي!
جڻ تہ هوا جي هوڏ بہ پوڙهي،
۽ جيون جي جاڙ بہ پوڙهي!
پوڙهي وڻ جا پاڇا پوڙها،
پوڙهي وڻ جي شام بہ پوڙهي-
پوڙهي وڻ جي ڇائو بہ پوڙهي،
لُڏندڙ لمندڙ لامِ بہ پوڙهي.
پوڙهي وڻ تي سارا پنڇي،
جوڀن جي ڪا شام سنواري،
اُڏري وياهن مند گذاري،
آڪيري مان آلَ اُڏاري-
پوڙهي وڻ تي نانوَ لکيل هن،
۽ ڪا پُنتي سار رهيل آ!
جنهن جنهن پي اُت پيارِ ڪيو آ،
تنهن تنهن جي مهڪار رهيل آ!
جڻ تہ جدائيءَ منجهہ ڳڙيل ڪو
ڳوڙهو وڻ پيرِ جو آهي-
جيون ماڻهوءَ جو بہ تہ هڪڙو
پوڙهو وڻ پيرِ جو آهي.

# ڳوٺ مُرڪڻ تو لڳي!

ڳيچ شاديءَ جا پهاڙي،
جت ڳائيندا وجن ٿا،
ڏينهن آرس تو ڀڃي ۽
مال ٻارن سان چري تو.

شهر مان جو رات آيو،
ريل تي هُو دير سان هو،
شهر جي دونهين مان نڪري
خواب مان ٻاهر اچي تو.

صبح ڳيري منجهه پنهنجا،
ڦڙڪائي اُٿي تو،
۽ پکي ساون وڻن جي
پاڪُرن ۾ ويڙهجن تا.

ڇوڪريون ڪاليج ويندي ،
ٽهڪڙا ٻڌجي وجن ٿيون،
پيار جا جُملا ڪچيندي
پاڪرن ۾ ٿيڙجن ٿيون.

"هُوءَ" لوڙهي ڪان لنگهي تي،
گج هن جي ۾ گُلن تي،
سج جا ڪرڻا لڳن تا،
ٿهڪ پيا هُن جا گهُلن تا.

ڳوٺُ مُرڪڻ تو لڳي ٿو
هُو ٻه مُرڪي تو پئي جڻ،
ماءُ هُن جي پڻ کلي تي،
مُرڪ چاڏيءَ ۾ پري تي.

# عشق تنهايون تلاشيندڙ پکي!

ڪير طائف جي ٿو نخلستان ۾ تنها ڏُکي،
جاتي ڪجي،
رَسجي پَچي،
وڻ ۾ مٺو ميوو ڪري!
يا ته ڪوئي ڪوهه- پيما،
سخت سياري منجهه تنها،
ٿو پهاڙن کي ڪَڇي-
۽ جوانيءَ جي اُجاري
رات خيمي منجهه رَم جي
ڪنهن ته بوتل سان گُذاري ٿو ڇڏي
۽ برف ٿي ٻاهر وسي-
سُونهن جي چڻ سحر کي ٽوڙي
پيو ٿو هو جلائي پاڻ کي ئي
زندگيءَ جي زهر جهڙي جام سان!
يا جهنگ ۾ ڪوئي ڏُکي ساڏو جڏهن
ڳائڻ لڳي "مارُو ٻهاڳ"

۽ وجايل بادشاهيءَ کان وڌيڪ
هُن جي سيني ۾ هجي
ڪنهن اَپسرا جي آرزوءَ جي
سحر جهڙو ڪو سنياس!
يا رات جو تازو نرو پي
سمنڊ جي آواز ڪي ماپي پيو جيڪو ملاح-
۽ ڪري هڪ ڏُک سان پيو ٿو سموري
سمنڊ جي اسرار ڪي پائي وڃڻ جي آرزو!
يا هُو گورڪنات جو
جنگ ۾ وڙهندڙ اڪيلو گورڪو،
زندگي ۽ موت جي وچ ۾ رَسي تي
پنهنجي اَرڏائيءَ جا ڪرتب ٿو ٻُڌائيندو رَهي-
جنهن سمورو رت پنهنجو
هِن اُجاري ڌرتتيءَ ۾
آهي واريءَ ڪي پياري ئي ڇڏيو!
يا تہ پنهنجي ذات جي ئي دائري ۾ ڀٽڪندي،
ٻوڏي اڪيلو ٿو ڪري صحرا اندر جا تپسيا-
جنهن ڪڏهن گوتم جيان
صحرا جي سيني ڪي چُمي آهي ڏٺو
۽ پپر جي ڇانوَ اُن لئہ طورسينا ٿي وئي!!

هي عشق تنهايون تلاشيندڙ پکي!
جيڪو پنهنجي ئي پَرن ۾ تو رکي پالي پيو
پيار جو پوتر انوکو آسمان-
۽ وشال ويڪِري اُپ جي کُلي چاتيءَ مٿان،
چونگار سان چاهت سندا کي چٽ چِٽي-
پوءِ بہ آدم جي اندر جي تِرشنا
زندگيءَ کي موت جي
اک سان ڏسندي ٿي رَهي!
۽ صليبن جي سياهيءَ تي ٽنگيل،
هيٺ تنها هر مقدس جيئن مسيحا جو وجود!
هُو آسمانن تي اڪيلو تيئن خدا پَنڪي پيو!
عاشقيءَ جي استعاري جيئن خدا پَنڪي پيو!
عاشقيءَ جي استعاري جيئن خدا پَنڪي پيو!!

# عشق ڪائي مستي آ!

تون تہ ڪجھ نہ ٿو ڄاڻين،
پُر وقار عورت سان
پيار جو مزو ڪهڙو!
بي مزي حياتي آ۔
هي سڄو ڇڇوروپَن!
ڇوڪريون ڇٽي ويون سڀ
موسمن جي مستيءَ ۾.
بي لغام جوين کي
چاهتُن ڪيو قابو.
پيار ۾ پڪو ميوو
ڇُهاءَ سان ڇٽيو ناهي.
ڏار کي جهُڪائي جو،
وڻ وزن جهلي جيڪو،
ڏڻ ڏنار وٽ آهي-
عشق اوپري وڳ جو
ڪو جوان جذبو آ،
جيڪو جڙَ جهليندي آ!
عشق کي مگر ڪائي،
پاڙ ڪٽ پَليندي آ!

عشق بانس بن پيارا!
چڙ تہ ڪائي بنسي آ-
عشق راند پي ناهي،
عشق ڪائي مستي آ!

تون تہ ڪجھ نہ ٿو چاڻين
جيتَ جيتَ ۾ ڇا آهي!؟
هار جو مزو ڪهڙو؟
پُر وقار عورت سان
پيار جو مزو ڪهڙو!

# درد شيلا باغ اسٽيشن سندو!

ڪي صديون،
ڪي سال گذريا ها گهٽا،
پر اڄ بہ شيلا باغ اسٽيشن مٿان،
عشق تي ڦيريون ڏنيون ڇڻ رقص ۾،
درد جا گهنگهرو وڳا پئي چئوطرف.
ڪو وقت هو
هت ناچ هئو ۽ رقص هئو،
گهنگهرُو هئا، سرگم هئا،
آواز هئا، ڪي گيت ها، سنگيت ها،
۽ هوائن تي لکيل هئا
ڇڻ سبع معلقات .....
۽ ٽڪل ماڻهو، ٽٽل دليون ڪٽي ايندا هئا!
مئہ نوش ٿي ويندا هئا،
مدهوش ٿي ويندا هئا!
پر وقت جي ظالم هٿن جي زور تي،
شهر شيلا باغ جي شيلا مري وئي رقص ۾!
شهر تي نالو اُهو پئجي ويو.
پر اهو ئي شهر سو ويو هو ڦِٽي،
نيٺ پٿر جي چٽانن وچ ۾
پٿرن جو ڍير هو باقي بچيو!!

اوچتو ئي اوچتو
هن شهر جي ڪندر متي،
ڪئمپ جا خيما کُتا،
تنبو جڙيا۔
ريل جي پٽڙين سندو هي نئون سفر
عشقَ هو ٻيهر اڏيو هن شهر کي،
پر هئو تن کي گهٽو اڳتي هلڻ!

هُو ٻئي انجنير ها، انگريز ها۔
سرڪشيءَ ۾ ۽ جوانيءَ جي نشي ۾،
هوڏِ سان شرطون هٽي،
پيار جو پٽر رکي رستي متان،
تي ويا ها ٻئي جدا!
وقت مقرر هئو ٻنهي جو،
نيٺ هڪڙي ڏينهن تي ملبو ضرور!
پيار جي پٽر متان!!
هار تن مان ڪنهن نہ هئي اڳ ۾ ڏني!
ڪو ٻہ اڳ ۾ يا نہ پوءِ پهچندو انهيءَ نيشان تي،
گڏ هئو پُهچڻو اتي ان ڏينهن تي!

نانءُ ان انگريز جو هو جانسن،
۽ سندس محبُوب شيلا ئي هئي نئين دور جي!
چا تہ هئي سنهڙي، ڊگهي،

ڄڻ اٽي جهڙي اڇي،
چيلهہ هن جي هئي پهاڙي پيچرو!
ڄڻ چٽانن جي هئي
هُو سخت سيني ۾ لڳل
ان قيس جي تيشي جيان،
مصر جي ليلا پٽيان
جيڪو ڀٽيو هو دربدر!!

جانسن ! ها جانسن!!
جيڪو پيو چيري سڄو سينو چٽانن جو
۽ چاهي پيو،
هن سان ملي جيڪر مقرر وقت تي!!
پر نہ ٿيو شيلا سان هن جو ايئن وري ٻيهر ملڻ!
هي نصيبن جي انوکي راند هئي،
۽ بدنصيبيءَ جي ڏکي ويڙهاند هئي!
درد جي ٽرنل ۾ هن جو ياڳ هارائي ويو!!
ريل جون پٽڙيون وري
ٻيهر نہ هڪ ٻئي سان مليون آهن ڪڏهن.
هُو پُڄُو هڪ رات اڳ
ان پيار جي نيشان تي!
۽ ياد هئو هن کي وفائن جو وچن-
پوءِ جانسن
رات جي ڪنهن پل ۾
پاڻ کي گولي هٿي ماري وڌو!!

صبح جو ٻئي ڏينهن تي
پٿرن کي ئي ڪُٽي،
شيلا پُڳي اُن جاءِ تي-
پر نہ هُوءَ جيتي بہ ڪجھ جيتي سگهي!!
خواب جا خيما سڙي ويا هئا سيئي،
سڪ ۾ هن سان ملڻ جي آسري،
هُوءَ چٽانن کي ڪٽي آئي هئي!
خواهشون،
هن جي جواني-
۽ حُسنُ لوسائيل،
بس درد جو ڪو سرد سناٽو هيو باقي بچيو!!

تا چون ماڻهو
تہ ڪجھ ڏينهن ڪان پوءِ،
شيلا بہ پنهنجو پاڻ کي
گولي هٽي ماري ڇڏيو!!
پٿرن جي ڏيھ ۾
هي پيار جي جاڙي قبر
تي محبت جو وئي آ شاهڪار!
ڪو پڪي،
ڪو وڻ،
نہ ڪو وانگي!
نہ ڪو آهي مسافر

اجنبي يا اوپرو!
هي ريل جاتي ٿي رُڪي پئي بي سبب!!
پٽرن جي ڏيهہ ۾،
هي آهي اسٽيشن سموري عشق جي نالي پُنيان!!
بس هوا آوارگيءَ سان،
درد شيلا باغ اسٽيشن سندو،
پٽرن کان روز پُڇندي ٿي رهي!
پٽرن کان روز پُڇندي ٿي رهي!!

(شيلا باغ جي علائقي ۾ جڏهن ريلوي ٽريڪ ٺهي رهيو هئو تہ هڪ انگريز عورت ۽ سندس بواءِ فرينڊ مرد پاڻ ۾ شرط رکيو تہ ماپيل پهاڙيءَ تان مقرر وقت ۾ ٻئي هڪ هنڌ تي ملنداسين، تيسنائين ملڻو بہ ناهي نہ ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻي آهي. ٻئي ضد تي پختا بيٺل هيا. پنڌ ماپيل هيو مگر ڪا ڪمي رهجي وئي، ڇوڪرو پنهنجي مقرر وقت تي پهتو ۽ فراق جي درد ۾ پنهنجي ناڪام جيت تي هن رات جو پاڻ کي فائر ڪري ماري ڇڏيو. صبح تي اها انگريز عورت جنهن جو نالو شيلا هئو، اها پهتي تہ پنهنجي محبوب جو لاش ڏسي، ان بہ پاڻ کي گولي هڻي ماري ڇڏيو. چون ٿا تہ اتي انهن جون جاڙيون قبرون اڄ بہ موجود آهن. ان علائقي ۾ گهڻو وقت اڳ ۾ شيلا نالي هڪ رقاصہ بہ رهندي هئي، جنهن جي حوالي سان هن پهاڙي علائقي جو نالو شيلا باغ اڳ ۾ ئي پيل هيو. جانسن جو نالو علامتي آهي، ان جي اصل نالي جي خبر ناهي.

(هن نظم لاءِ ريلوي انجنيئر آفتاب پرويز ميربحر ۽ گوگل تي وڪي پيڊيا جو ٿورائتو آهيان.)

# پابنديءَ هيٺ لکيل نظم

مون تي پابندي وڌي وئي آهي تہ
مان چوڪرين تي نظم نہ لکان!
مان دوستن جي دل آزاري ڪرڻ نہ ٿو چاهيان،
تنهن ڪري مان
چوڪرين کان معزرت ڪيان ٿو.
(خاص ڪري ان پارسي ڇوڪريءَ کان
جنهن کي مون
امپريس مارڪيٽ جي سامهون ڏٺو هئو،
ڪوڙ وقت اسان گڏ گڏ هلندا رهيا هئاسين،
۽ پوءِ ٻئي ڄڻا ماڻهن جي لڄ کان
ڊپيل ڊپيل مسڪراهٽ سان هڪ ٻئي کان
الڳ ٿي وياسين!!)

هن جو رنگ سانورو هو!
سانورائي مون تي ڪفر آهي!
اڄ جي رات ڪي مان
شراب جي بوتل ۾ گروي رکان ٿو!!

مان ان پارسياڻيءَ کي
مسلسل ڳوليندو رهيو آهيان!

ڪراچيءَ جو شهر به عجيب آهي......
وڏي شهر ۾ ته ڪو ماڻهو
اتفاق سان به نه ٿو ملي سگهي!
سنسان گهٽين مان رُلندي رُلندي
هن کي مسلسل ڳوليندو ٿو وتان!
۽ هڪ خوف مون سان
شولڊر بيگ جيان
دل واري ڪاپي پاسي
لٽڪيل ٿو رهي، ته:
”متان مان مسنگ پرسن طور ظاهر ٿيان!!“

مان ٽارچر سيل ۾
انهن کي گذارش ڪندس ته
مون کي موت کان اڳ ۾
هڪ نظم لکڻ جي اجازت ڏيو!
اهو نظم
ان گمنام ڇوڪريءَ جي نالي هوندو!
۽ ڪيڏو نه سياويڪ لڳندو ته
منهنجي ڇچريل لاش جي سڃاڻپ
توتي لکيل نظم سان ٿئي!
جيڪو نظم منهنجي جينز جي
پوئين کيسي ۾ رکيل هجي!!

...... ها پر منهنجو نظم
منهنجي دوستن کان لڪائجو ڇو تہ انهن
مون تي پابندي وڌي آهي تہ
مون کي ڇوڪرين تي نظم ناهي لکڻو!!

# گجگامني

آواز سان،
آڪاش ۾،
ڪھڙيون گھٽائون تہ گهَڙيون،
جنھن جي گھٽين ۾ مون گھُمي
محسوس محبت ڪي ڪيو!
”نند ڪئونس“ جي آلاپ سان
پروين سلطانہ مون ڪي
هن جُوءِ تان جادوءَ سندي
جنت پَسائي آ وڌي!!
گھوڙو اچو،
ڪوٽين جيان،
پئي خوب آوارا ڊُڪيو-
آواز ۾
آلاپ جو
هڪ جھنگ گھاٽو چڻ هئو!
پُرپيچ سڀ راهون هيون-
اُن جھنگ ۾ اڌُ رات هئي، اڌُ ڏينھن هئو!
مون پاڻ ڪي ڳوليو پئي،
وچڙيل هئس ڪنھن خيال جيان!

۽ جهنگ مان هڪ ٻيٽ هئو
سامهون سڌو منهنجي اڳيان!
پَئي جنهن منجهان،
ڪنهن ڪير جيان،
جڻ ٻاڦ نڪتي ڌنڌ ۾!!
اُن جي مٿان انجيل جون
ڪي آيتون اُڪريل هيون!
هئو ڏينهن ڌنڌلو ٻيٽ تي
۽ رات گهري اُپ ۾.
تارا ڪتيون،
قنديل جون،
ڪي ٿي ٻتيون،
ڪي ٿي مٽيا،
دُرِ يمن،
ڪنهن ڪنهن ڏٺا،
ڪنهن ڪنهن ٻُڌيا!
آواز مان جيڪي ڇٽيا.
ڌرتيءَ مٿان،
۽ اُپ جي هئا درميان!!
ڪنهن مور هئو پڙڪو ڏنو،
يا ناچڻيءَ جي ڇير هئي؟
هُوءَ ڪير هئي!؟

جنهن ڪئونس ۾ ”پنجتم“ هيون!
آلاپ سان،
جڻ ٻاڦ مان،
تارا ٻَريا،
آئي نظر گجگامني!
گهوڙو ڏُڪيو پاڙيءَ مٿان
۽ چنڊ در ڪولي چڙهيو!!
پڙڪو ٿيو،
مون کي وڃايل منهنجو اڌ موٽي مليو
جڻ خيال ۾!!
۽ مور ڊوڙيو واءَ ۾-
ڪٿ مور کي ڪنهن ڇير جي پرواهہ آ!؟
ڪٿ مور کي ڪنهن ڇير جي پرواهہ آ؟؟؟

# غزل

هڪ پڪي ۽ درياهہ جو سپنو،
جاڳ جلندڙ ملاح جو سپنو.

ڪير پيئندو هي پيار سان پاڻي!
ڪير اُگهندو نگاهہ جو سپنو.

درد! بي موت مارجي ويندين،
هُن جي گهر جي آ راهہ جو سپنو.

تو رکي پاڻ سان سدائين گڏ،
عشق پاڻي ۽ باهہ جو سپنو.

ڪنهن تہ ڪافر جو آ اسان پاليو،
دل جي پتر ۾ ساهہ جو سپنو.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، کَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ‍نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ‍نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَ‍نَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَ‍نَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَ‍نَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمل مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)